# سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان

(ڪَوِتائون)

ٻولي منهنجي سنڌي آهي

سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان

## ديوي ناگراڻي

ڪتاب جو نالو : سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان

ليکڪ : ديوي ناگراڻي
dnangrani@gmail.com

ڇپرائيندڙ : سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچي
esaakhi@gmail.com

ڇاپيندڙ : ايجوڪيشنل پريس ڪراچي

ايڊيشن : جنوري 2009

ملهه : 75.00



**Sindhua Jee Aaoon Jaaee Ahiyaan** poetry in sindhi
By: Devi Nangrani, Bombay, India

ارپڻ

پنهنجي سُهڻي سنڌ جيِ مٽيءَ کي

جا

مٽي تي لڳائڻ سان چندن ٿي پوي

ديوي ناگراڻي

**مهاڳ**.. 009

سنڌي گُلشن جو گُل...ديوي ناگراڻي 014

جذبات ، اُمنگ ۽ سوچ جا ڌنيا.. 016

موئن جو دڙو کان تاج محل تائين 018

روح جي اجهل جهرڻي ۽ موتين ڀري ڪاڻ مان 022

ديوي .... سنڌ جائي 028

پنهنجي پاران 033


## نظم


سنڌ جي آنءُ جائي آهيان 038

سُنامي 040

سو اندر آهي 043

موُت جي ڇايا 044

تون لهڻيدار 045

تون ننڍو ڄاڻي 046

من جي غلامي 048

روح جي آزادي 049

جوالامُکي 050

ماٺ جي زبان 051

سُجاڳي 052

ڪو نہ هوندو 053

مان ڪُجهہ بہ نہ آهيان 054

منهنجي ضمير جو واقف 055
گونگي ٻوڙي 056
زندگي هِڪُ سپنو 057
مُرڪي ٿي پوان 058
منهنجي دل تي چوي 060
فقيرياڻي 062
ٽِري ٽِري 064
ڇا ٿيندو 065
لٺ لنگوٽيءَ وارو باپو 066
ڇامڙو 068
اِهو ئي سچ آهي 070
اختيار آهي 072
مون پُڇيو گُل کان 073
اخبار لاءِ ليک 074
سُهيل سُرت ٽڏڙا ڪڍي جا اُتاري 077
حياتيءَ جو سفر 078
ڌرتي آهي اسان جي ماتا 080
آخر سڀ کي مرڻو آهي 083
جنهن کي سُک آ تنهنکي ڇاهي 084
موج پيري سا محفل آهي 085
آزادي ڇا ڪڏهن نہ ملندي 086
ڪڏهن حاڪم تي، ڪڏهن ظالم تي 088
آزاديءَ جي شمع مٿان هِت 090

## بي قافيہ نظم

091 رشتو اهڙو رکُ ھر کنھن سان
092 رشتن ۾ آ سودي بازي

## آزاد نظم

093 تنھنجي ياد
095 ڳوٺ ۽ پاڻي

## گيت

097 سُھڻيءَ جي سيني ۾ سانديل
098 ميھر بن سھڻي ماندي الا
099 ريس راڻا رُئاري وئي
101 آيو ميگھ ملھارُ، سکي ري
102 منھنجي اُپ جو چنڊ بہ تون ئي
104 نہ جي موتي مُند بھارَ جي
106 روشني آتي آ اوندھ لاءِ
107 جڳ جو ھيءُ پسارو آ ھي
108 ظلم ستم جو ماٺ ۾ سھندو
109 چا پيار محبت جو مطلب
111 دياوان جيڪا دل آھي
112 وقت جي سِر تي آھي تاج
114 بس تون ۽ مان نہ ڄاڻون

## **وائيون**


116 پل پل چن چن رات نئين آ

118 ڳاءِ آري من ڳاءِ، ڳاءِ آري من ڳاءِ

119 اهڙو گلشن ڇا ڪريان

120 سائي ڇُنري وڻ وڻ پائي

# مهاڳ

مشرق جي محبوب شاعر خليل جبران لکيو آهي ته دماغي جاکوڙ ڪندڙ شاعر جو شعر اهڙو آهي جهڙو آڱرين جا سخت ننهن، پر اُمنگ ۽ اُتساهه وارو شعر اِئين لڳندو آ جيئن روحاني چَپن جي چُمي، جا زخمي دل ۽ دماغ کي تازو ڪري ڇڏي.

ڪنهن به سُني شعر ۾ ٻه شيون لازمي طرح هئڻ گهرجن: هڪ اها ته ڪوتا جي هر لفظ مان ڪويءَ جي من جي موج، اندر جي اُڇل ۽ اصليت جو اِظهار ٿيڻ گهرجي ۽ ٻيو ڪوتا پڙهندي يا ٻُڌندي، پڙهندڙ يا ٻُڌندڙ جي دل جي درياهه ۾ اُهي ساڳيون چوليون پيدا ٿيڻ گهرجن، جي ڪويءَ جي من هرديه ..ساگر ۾، ڪوتا جي رچڻ وقت اُٿي رهيون هيون. ٻي خوبي آهي ڪوتا جو ٻاهريون رنگ روپ. ڪوتا ڇند وديا يا علم عروض جي ڪسوٽيءَ تي پڻ ڪَسي ثابت نه ٿِيڻ گهرجي.

شعر آهي زندگيءَ جو آئينو. شاعر پنهنجي من جي مهراڻ ۾ ٽُٻيون ڏيئي، بي بها موتي ڳولهي، تِن کي پوئي جڏهن حسين هار جي صورت ۾ پيش ڪري ٿو، تڏهن اُن کي شعر ڪوٺيو ٿو وڃي. شعرکي ٻن حصن ۾ ورهائي ٿو سگهجي. داخلي شعر ۽ خارجي شعر (subjective) ۽ (objective). داخلي شاعر دل جي درياه ۾ ٽُٻيون ڏيئي اندر جا احوال اورڻ شروع ڪري ٿو. هو پنهنجن اُمنگن، اٿرن، آزمودن ۽ شخصيت تي روشني وجهي ٿو. خارجي شاعر، دل جي دنيا بابت نه پر، خود دنيا بابت پنهنجا ويچار ورنن ڪندو آهي. هو ڪنهن خاص چيز (شئي) مضمون يا

ويچار کي نظر ۾ رکي، اُن تي روشني وجهندو آهي. جيتوڻيڪ بنهي حصن جي وچ ۾ کا لوهي ديوار کڙي ڪيل ڪانهي پر اِن ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ داخلي شعر جو مقام خارجي شعر جي مقام کان مٿي آهي.

"سنڌ جي آنءُ جائي آهيان" جي رچناڪار باشعور شاعرا ديوي ناگرانيءَ کي هڪ ڏهاڪي کان پڙهندو آيو آهيان، ڪڏهن **هندواسي** ۽ **رچنا** ۾ تہ ڪڏهن **ڪونج** ۽ **سِپون** ۾. سنڌيءَ ۾ ڇپيل سندس غزلن جا مجموعا " غم پنل خوشي" ۽ " آس جي شمع " ادب نوازن وٽ قبول پيا آهن. سندس هندي غزلن جا بہ مجموعا "چراغ ِدل" ۽ "دل سي دل تڪ" سندس فني خصوصيتن جا سهڻا مثال آهن. سنڌ ۽ هند جي سنڌي غزل گو شاعرن ۾ ديويءَ قابل تعريف مقام حاصل ڪري ورتو آهي اِن ۾ شڪ نہ اٿم. ديويءَ جي غزل جي باريڪين ۽ علم عروض جي پختگين کي ساراهيندي سدا حيات دادا دلگير، جناب ايم. ڪمل، دادا پريو وفا، شري واسديو نرمل ۽ دادا ارجن سڪايل بہ هن جي سنگره " غم پنل خوشي" جي مُهاڳ ۾ لکيو آهي تہ "غم پنل خوشي" خيالن جي اڇوتي هئڻ ۽ ٻوليءَ جي ٻل جو ۽ قلم جي قوت جو ضامن ٻڌجي اسان جي سامهون آيو آهي، تنهن جو هڪڙو سبب سندس ذات ۽ ذاهپ جي سنجيدگي آهي."

ديوي ناگرانيءَ جو ٽيجن سنگره " اُڏر پکيئڙا" پڙهي خاطريءَ سان چئي سگهان ٿو تہ ديويءَ جي شاعريءَ جو ڪئنواس وسيع آهي. لڪڻ محض شوق ناهي، سندس درديلي دل ۾ جو غبار آهي اُهو غزل، نظم، وائي، گيت وغيره جا ويس

پهري، ساراهہ جوڳي پيشڪش جي پُراثر رنگن سان نکريل آهن.
"سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان" اُن مالا مثل آهي جنهن ۾ ڪيترن قسمن جا گل، انيڪ رنگن سان رنگيل ۽ طرح طرح جي خوشبوئن سان واسيل آهن. هن مجموعي جون گهڻيون رچنائون آزاد آهن. ڪجهہ مثال اوهان آڏو رکجن ٿا....

**"پاڻ ۾ پاڻ کي پائڻ جي**
**ڪوشش ڪندي آهيان"**

تون نٿو ڄاڻين جون هي سِٽون ڏسو...

**تنهنجي ڪِل!**
**منهنجي مسئلن کي**
**بي پناهہ راحت ۽ تازگي ڏئي**
**هلڪو ڪري**
**هوا ۾ پکيڙي ڇڏيندي آهي.**

"زندگي هڪ سپنو" ۾ اِظهاريل....

**زندگي بہ**
**شيشي جيان چڪناچوُر ٿيندي آهي**
**جڏهن نشو لهندو آهي**
**جڏهن سپنو ٽُٽندو آهي**

"فقيرياڻي" ڪوتا بہ ڏيان ڇڪائي ٿي. شاعرا ديوي ناگراڻيءَ جا گيت ۽ وايون پڙهندي سنڌي جي مايہ ناز محبوب شاعر تاجل بيوس جا لفظ ياد ٿا پونم ، تہ " انهن رچنائن ۾ هارمونيم جي سرگم وارو ترنم ايڏو تہ رچي راس ٿيل آهي ، جو لڳي ٿو ڄڻ سنڌو جهرڻا ۽ آبشارناهي، ڪئلاش تان ڊوڙي رهي آهي، ڄڻ

رقص جي عالم ۾ ڇير جا ڇمڪا پيا ٿين"....
رس، رنگ ۽ روپ جي قائل جا
دل ديويءَ جي بہ تہ گهايل آ
پئي سورن ۾ سا ڳري ڳري.

جيون روپي بين وڄي جا
اُن جو آهين ساز بہ تون ئي

ساز سمورو تون ئي تون آن
ساز سندو آواز بہ تون ئي.

جيون ڇڻ مهراڻ متل آ
رمز سان پار پُڄاءِ، ڳاءِ اري من ڳاءِ
گيتن جي ساگر ۾ ديوي
پنهنجو پاڻ سماءِ، ڳاءِ اري من ڳاءِ

آخر ۾ اُن ڪوتا جون ڪي سٽون پيش ڪرڻ چاهيان ٿو، جنهن لاءِ پيڻ ديوِيءَ هڪ ڀيري ٻڌايو هوم تہ سندس 1994 ۾ سنڌي ٻاشا ۾ لکيل سندس هيءَ پهرين رچنا آهي...

" سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان"
سنڌي گلشن جو گُل آهيان
جڳ اندر خوشبوُ ڦهلايان
گُڻ ڳائي تنهنجا او سنڌڙي!

هر ڪنهن کي مان ميت ٻڌايان
سڌ ڪري سنڪٽ ۾ ديوي
اُن جو سِڪ مان سڏ اونايان
سنڌ جي آنءُ جائي آهيان.

بس مان ائين ئي چاهيندس ۽ چوندس تہ ڏٺي ڪري قلم
جو زور وڌيڪ پختو ٿئي!!
دلي مبارڪون ۽ شڀ ڪامنائن سان....

گوورڌن شرما "گهايل"
President: Sindhi Adabi Sabha, Pune
202, Rio Grande, Fortaleza
Kalyani Nagar, Pune-411006

# سنڌي گُلشن جو گُل...ديوي ناگراڻي

شاعر سماج جي سونهن آهن، نہ فقط سونهن آهن پر اسانجي گُلستان جا اُهي سُمن آهن جي پنهنجي ويچارن جي سُرهاڻ سان دل ۽ دِماغ کي راحت بخشين ٿا. ڪِن کي موگري (موتيئي) جي مهڪ مست ڪري ٿي، ڪِن ٻي گُلاب جي سُگنڌ تراوت بخشي ٿي. اِهو مدار آهي پاٺڪ جي دل جي هسيت Receptivity تي.

تخليقي شاعرا جي سنيهہ روپي ساگر ۾ اُمنگن جون چوليون لهن ۽ چڙهن پيپون، پر جڏهن دل درياه ۾ اُهي چوليون بوڏ آٹين ٿيون تہ اُهي اُڌما ۽ اُمنگ لفظن جي آڪار ۾ مک مان نڪرڻ لڳن ٿا، جيئن درياه جو پاڻي بند ٽپجي وهڻ شروع ڪندو آهي ۽ رچناڪار جون چست آڱريون اُنهن لفظن کي ڪويتا ۾ قلم بند ڪري هڪ سهڻو سروپ ڏيڻ ۾ ڪامياب رهنديون آهن، ڪڏهن گيت تہ ڪڏهن ڪا نظم، تہ وري ڪڏهن رُبائي ۽ وائي. ديويءَ جي سوچ جي رواني ۾ ظاهر آهي...

**شاد رهين آباد رهين شل**
**منهنجي سُهڻي سنڌ سياڳي**
**تنهنجو ڏک سک پنهنجو پايان**
**سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان.**

اڳيان اچو تہ هِن جي روحاني راحتن سان پاڻ کي واقف ڪرايون....

**روح جي لاءِ نہ ڪو قيد آهي**
**نہ ڪي زنجيرون، جي هن کي روڪين**
**جي بندن هن کي روڪين، سي**
**هِن جي پيجري جا بند ئي آهن.**

ساگر جي لهرن جيئن خيالن جي اُٿل پُٿل کي قلمبند ڪندي ديوي چوي ٿي....

**تيز تِکو طوفان لڳو ٿي**
**ويتر ساحل دور هيو**
**ڪچي گهڙي ٻہ نہ ساٿ ڏنس، هي**
**قسمت سندو قصوُر هيو.**

رچنائن جي اٿاهہ ساگر ۾ غوطا کائيندو هي من ديويءَ جي جذبات سان سڄاڻپ پائيندو ٿو رهي.

هن سندر ڳُٽڪي لاءِ مان کيس واڌايون ڏيان ٿي.

## ايشوري جوتواڻي

پونو

24 مارچ، 2008

# جذبات، اُمنگ ۽ سوچ جا ٽنيا...

ديويءَ جي غزلن ۽ گيتن کي پڙهندي لڳم تہ هُن پنهنجي جذبات، اُمنگن ۽ سوچ جا ٽنيا ڏيئي لهرن تي لڏندڙ گهر کي مضبوط بنائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هن جي زباني اڃو تہ ٻڌون....

**مهاڪال ايڏو ڪڏهن ڪين آيو**
**ڪري قهري ٽاندبو تو جل ٿل وهايو**

ديويءَ جي لکڻيءَ ۾ اظهار ڪرڻ جي قوت بہ آ ۽ لئہ بہ آهي. ڪيئن نہ هوءَ سوچ کي ولوڙي لکي ٿي، سندس من جو پکي پرواز ڪري دور دور اُڏري دنيا، دنياداري ۽ اِنسان جي حالت جو جائزو وٺي چئي رهيو آهي....
ڪيڏيون ريتيون رسمون آهن
ٻندڻن جون ڄڻ شيخون آهن
تِن جڪڙيو ڄڻ ساه الا
ميهر بن سُهڻي ماندي الِا.
من جو سنگهرش ۽ اُڏمن جي دشا جي تصوير جا شبدن سان بيان ٿي ڪري سو سندس سوچ جي اُڏام جي ماپ آهي....

**ماٽ جي زبان سي**
**پُڪاري اُن پرينئہ کي**

**جو آواز جي گونج ٻڌجي**
**وڃي رهيو آهي**
**منهنجي من مندر ۾.**

اڳتي ڏسو ڪيئن پنهنجي آزمودن کي سامهون آڻي رهي آهي....

**تنهنجو چهرو**
**منهنجي روح ۾ اُڪريل آهي**
**تون ليکڪ ٿي پوندو آهين**
**مان فقط اکر پڙهندي آهيان.**

ساهتيه ۾ ديويءَ ويجهڙائيءَ ۾ قدم رکيو آهي، شروعاتي ڪوشش ۾ جي ڪڏهن هيتري گهرائي آهي ته اڳتي هلي سنڌي ٻوليءَ جا انيڪ گهڙا پريندي ديوي؛ اهڙي پڪ هر پاٺڪ کي لازمي هئڻ کپي. منهنجون دلي واڌايون هُجن ديويءَ کي جا قدم قدم منزل ڏانهن پئي وڌي.

گيتا راج
لنڊن، يو. ڪي
24 فروري، 2008

# موئن جي دڙي کان تاج محل تائين

شاعري،جنهن کي آنءُ نيڻن سان تشبيهه ڏيندو آهيان، اهڙا نيڻ جيڪي شاعري جي چنچل سٽن جو ورد ڪندڙ آڏو دنيا جهان جي فلسفي جا جلترنگ پکيڙي ڇڏيندا آهن، شاعري جنهن کي ذات ۾ الهام جهڙن امرت ڌار لفظن جي تشبيهن جي تسبيح ۾ پوئيو ويندو آهي، اها شاعري آتما جي ماڳن، مڪانن ۽ منزلن جي پار اپار جون سرحدون ڇهي پرماتما جي پوترتائن جي پرتش ۾ گم ٿيڻ جو گيان آچندي آهي، مون تي به شاعري جي ڀاشا جون نرم لاڳيتون ڪڏهن نمرين ته ڪڏهن ڪيڏاري ۽ ڪڏهن ديپڪ راڳ ته ڪڏهن ايمن راڳ بڻجي شام جي شفق جا خمار نچار ڪنديون رهيون آهن ۽ آگرين جو خدا ڪيئي غزل، نظم، گيت ۽ وايون سرجيندو رهيو آهي، بلڪل اهڙن ڪومل آگرين مان جڏهن ماڪ ڀنل ڪويتائون سرجيلا پڙهندو آهيان، تڏهن ان جي منظر، پس منظر، خيال، ردم ۽ لئه تي جهومي پوندو آهيان، ڪيئي وجدان جا رنگ ڦٽي پوندا آهن، نمرتا کان جلال، امن کان جنگ ۽ انقلاب جي لهرن تي سفر ڪرڻ لڳندو آهيان.

اهو حال فقط منهنجي شاعراڻي رمز جو ناهي پر اهڙو حال هر ان شاعر جو آهي، جيڪو سندر ڪويتائن جي سندرتائن جا انگ ۽ رنگ اٿي ٿو، هر ڪوتا گرجي اندر ۾ موئن جي دڙي کان تاج محل تائين جهڙا ميرانجهڙا ۽ نور سان وهنتل احساس هجن ٿا ۽ اهي احساسن جا پنڇي اندر جي جزيرن مان اڏامي ڪاغذ جي ڪوري بدن تي وڃائجي وڃن ٿا، تڏهن اهو ڪاغذ رنگن ۽ احساسن جي هولي سمان بڻجي وڃي ٿو، اهڙن رنگن، روپن ۽ احساسن جي گهنگهروئن سان ڇن، ڇن ڪندڙ ڪومل ڪويتائون ديوي ناگراڻي به سڄڻ ۽ ساٿيهه کي ارپن ڪيون آهن، جن ۾

آتش فشان جي جلائيندڙ اگني بہ آهي تہ گنگا جل جي ٺنڍڙي لهر بہ آهي، جنهن ۾ سچل ۽ منصور جهڙي مستي بہ آهي تہ ڀٽائي جو نمي نهارڻ وارو درس بہ موجود آهي، خليل جبران جهڙي لفظن ۽ سٽن ۾ امرتا ۽ سدابهار رهڻ واري سگهہ بہ آهي تہ رومي واري صوفيت جو سرور بہ ويڙهيل آهي، مٽي جي مهڪ جي مٺڙ خوشبو آهي، جيڪا پڙهندڙ جي اکين کي ڇهي دل ۽ دماغ ۾ تازگي جي سلطنت جوڙي ڇڏي ٿي.

ديوي ناگراڻي جتي شاعري جي مختلف صنفن ۾ لکيو آهي، اتي انهن صنفن ۾ هن فن ۽ فڪر کي بہ مضبوط مورچو بخشڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، روايت ۽ جدت جو حسين سنگم آهي، مختلف صنفن ۾ تخليق ٿيل مختلف تخليقون جتي پڙهڻ ۾ آبشارن جي رواني رکن ٿيون اتي عام فهم ۽ بيهر پڙهڻ لاءِ اپيل بہ ڪن ٿيون، ڪيترائي اڇوتا ۽ اڻ ڇهيل احساس جيڪي ديوي ناگراڻي جي شاعراڻي پختگي ۽ انفراديت جو علم بلند ڪن ٿا. ديوي ناگراڻي جي شاعري سان ڏرتي سان عشق جي انتها ان مان پرکي سگهجي ٿي جو هي چوي ٿي تہ:

**سنڌي گلشن جو گل آهيان،**
**جڳ اندر خوشبول ڦهلاين،**
**ڳڻ ڳائي تنهنجا او سنڌڙي!**
**هر ڪنهن کي مان ميت بڻايان**
**سڏ ڪري سنڪٽ ۾ ديوي،**
**ان جو سک مان سڏ اونايان**
**سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان.**

سنڌ جيڪا بزرگن، ولين، صوفين ۽ ساڌو منش مهمان نوازن جو ديس رهيو آهي، اتي انهن صوفين ۽ شاعرن پڻ سنڌ کي دعائن جا ديوان آڇيا آهن، سنڌ ۽ دنيا جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ٻڪن جي تهن تي اهي دعائون تريون تہ
**"سائيم، سدائين، ڪري مٿي سنڌ سڪار"**
جا آلاپ گونجي پيا، ساڳي رمز جو رنگ پائي ديوي ناگراڻي بہ چوي ٿي تہ:
**شاد رهين آباد رهين شل،**
**منهنجي سهڻي سنڌ سياڳي،**
**تنهنجو ڏک، سک پنهنجو پايان،**
**سنڌ جي آنءُ چائي آهيان.**

ديوي ناگراڻي جون ڪويتائون احساسن، جذبن، ٿهڪن، مرڪن جمالن،المين، سانحن ۽ واقعن جي تاريخ آهن، اهڙي تاريخ جنهن کي مؤرخ تہ وجود نپوڙي رقم ڪيو پر قاري لفظن ۽ سٽن جي شمشان کان گلستان تائين ڪڏهن سڏڪي ۽ ڪڏهن مرڪي مرڻ ۽ جيئڻ جي موسمن مان گذري ٿو.

**ڪو تہ هوندو، جو**
**منهنجي ويران راهن ۾**
**نيٽن جا ڏيئڙا ٻاري**
**منهنجي اڇڻ جي واٽ**
**نهاريندو هوندو.**
**منهنجي سوچ جي جهنگل ۾،**
**شريڪ آهي، مون ساڻ**

سڄي جهان جو شور،
گهٽڻ جا غم، گهٽڻ جون اداسيون،
منهنجي گهٽ جي سنسان آڪاش ۾،
بادلن جا ذرڙا بڻجي
هوائن جي برف تي
پنهنجو رخ پيا مٽائن.

- پيٽ پري تي ڪين نصيحت،
  ڏئي سگهين جي روٽي ڏي.
- سمهيل سرت ٽڏڙا ڪڍي جا اٿاري،
  وسايل ڏيئن ڪي جا اوندهه ۾ ٻاري،
  اها روشني آ، اها روشني آ .
- رهي ڏيان جي ڏن ۾ ديوي اندر جو
  گهٽو ڪجهه بنا ڪجهه چوڻ جي ڪري سو،
  اها بندگي آ، اها بندگي آ.
- وطن جو پڙهيو حال اخبار ۾ اڄ
  پڙهي بس رني دل، رني آهي، اڪ اڄ.

اهڙيون ڪئي سٽون هن مجموعي ۾ موجود آهن، جن ڪي هر هر پڙهڻ لاءِ دل گهري ٿي، آءُ اميد ۽ پرارٿنا ٿو ڪيان تہ شل ديوي جيڪا سنڌي شاعري جي گلدستي جو هڪ خوبصورت مهڪندڙ گل آهي، اها پنهنجي ڪومل ڪويتائن جي خوشبو کي ايترو تہ پکيڙي جو سارو ديس سندس سارون، پچارون بڻيل رهي.

اظهر ٻانيڻ ڪراچي — سنڌ

# روح جي اجهل جهرڻي ۽ موتين پري ڪاڻ مان

لڇمڻ- ريڪا جي هن پاري واري سر - آتشئيَ ٻولي واري شاعره ديوي ناگراڻي جيڪا مون لئه ڪجهه سمئه اڳ، هڪ اجنبي، اڻ ڄاتل، اڻ سڃاتل وجود جيان هئي، پر سندس ڪوتائن جي، آڪار ۾ ننڍڙيءَ ڳٽڪي، "سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان" جي اڀياس بعد انڪشاف ٿيو ته اِها ظاهري طور پتڪڙي تخليق پنهنجي فڪر جي اوچي اُڏام، جيون جي اندلٺي تڪن ۽ جهَڪَن رنگن جي ڌوپ ڇاؤن، اندر جي اونهين گهراين مان جهرڻي جيان ڦٽندڙ اُڌمن، امنگن ۽ جذبن جي گوناگونيت، موضوعن جي گهڻ-پاسائين اصنام تراشيءَ ۽ جهنجهوڙيندڙ چونڊ ۽ پيشڪش جي انفراديت: اوپري اوپري احساس ڪان اڻ لکي طور سوري هر انسان جي ساهه جيترو، اوڏو ڪري ڇڏيو آهي، ۽ ان ۾ آءُ به شامل آهيان! ڪوتائون واڇي منهنجي يادن جي مزار مان ٿي امر نانءَ اُپرندا ڪناري پيڙو ٿيا آهن. پهريون لبناني اديب خليل جبران جنهن ارڙهن ورهين جي ننڍي ڄمار ۾ ضخامت جي لحاظ کان هڪ ننڍڙو ڪتاب Prophet سرجيو هو، جنهن سموري جڳ اندر ادب جي دنيا ۾ اهڙو خوبصورت ۽ تخليقي ولوڙ پيدا ڪيو جهرو ڏند ڪٿائي ديوتائن ۽ دئيتن "سمنڊ ولوڙي" اپجايو هو، جنهن جون امر چوليون اڄ ڏينهن سوڏو موجزن آهن. ان بعد آمريڪي جڳ مشهور اديب ارنيسٽ هيمنگوي Old man and the sea جهڙو ننڍڙو ناول لکي، جنهن جي ضخامت به پيش رو تخليق جيتري هئي، ويهين صدي جي آخري اڌ ۾ ادبي دنيا جي

أساٽ ۾ امرت جهڙو پيالو اوتي ڪيس جاوداني بخشي هئي ۽ ان ڪان ڪجهه اڳ فرانسيسي من - موهن ۽ Circe وانگيانَ ساحره اديبه فرانسئائس سائگان سترهن ورهين جي ڄمار ۾ هڪ تمام ننڍو ناول Bonjour Tristesse لکي پاڻ کي ۽ ادب کي امرتا بخشي هئي.

ديوي جون ڪوِتاوئون به ايئن پيون ڀاسن جيئن ڪنهن سڪي جا به پاسا هوندا آهن، تيئن هنن شعري رچنائن جا به ٻه رخ آهن: هڪ قنوطي (Pessimistic) جنهن ۾ اپار پيڙا، ڏائڻ جهڙي هيڪلائپ، دنيا جي بي ثباتي، آلودگي ۾ ٿقيل شهري زندگي، پنهنجن پراوَن جي بي حسي ۽ "گوتمي درد" ۾ وڪوڙيل سمورو وجود - لڳي ٿو ته ديوي پروميٿيئس واري پوڳنا پوڳيندي رهي ٿي! هتڙي مون کي ميرا ۽ قرة العين طاهره جو تسلسل ڏيکاري ڏيندو نظر اچي ٿو!

ديوي جون رچنائون - مختلف صنفن تي مشتمل - روح جي اجهل جهرڻي ۽ موتين پري کاڻ مان، بي ساختگي سان، ڦٽنديون ڏيکاري ڏين ٿيون، ان ڪري انهن ۾ پوترتا، ڏاهپ، ازلي درد ۽ امر پريم جون ڌارائون هر ڏس ڏانهن تسلسل سان روان دوان آهن - جن اندر داخليت جو عنصر خارجيت کان سرسيرو آهي ۽ انهن جو سنگم گنگا-جمني ڏِک پيو ڏئي.

سندس نظم "سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان" ڪون سٽون،

**شاد رهين آباد رهين شل**

**منهنجي سهڻي سنڌ سياڳي**

سنڌ جي ”قومي تراني“ جو ڏِکُ پيون ڏين، ۽ اهو به ناري جي منفرد شناخت ۽ رچنا رچيل! هيڏو ڏور رهندي وطن جي انوکي ۽ اتوٽ پيار جي نهايت سندر ساروڻي (Nostalgia) آهي.

ديوي جا به نظم اڪبري ۽ اصغري هيئت وارا:

”سنامي“ ۽ ”موت جي ڇايا“ اندر به ”فڪري ڇايا“ جي ڏنڌ ڪي اُديڙڻ جو جتن پيارو ۽ ليائيندڙ ٿو لڳي:

**عجب هيءُ سنگم آ تتون جو ديوي**

**هوا، پاڻي، آڪاش، اگني ۽ ڌرتي**

**ملي پاڻ ۾ جڻ تہ هڪ ٿي ۾ وياسي**

**ساميءَ جي نالي ۾ جيون وٺي ويا.**

موت ۽ زندگي جي ازلي ڳجهارت جيڪا هميشہ ازلي رهندي، انڪري امر رهندي! زندگي ڇا آهي؟ تتون جو يڪجا ٿيڻ - ۽ موت تتون جو وکرجڻ!! بنهي Aspects ۾ اگر گهرائي سان ڏسجي ’امرتا‘ موجود آهي!!!

’لهڻيدار‘ پڻ Thought Provoking آهي. ان جو آخري بند خاص طور تي. انسان جي اڻ- سجاتل چڱائي، گُوندر ڏور ڪري، جيئڻ جو وشواس ۽ موت ۾ پنهنجي چڱائي جو عڪس نروار ڪرڻ لاءِ اتساهيندي رهي ٿي!

’من جي غلامي‘ رچنا ’ٻوڏي فڪر‘ ۽ ’شيڪسپيئري سوچ‘ جي

نوراني پکشن ڏانهن علامتي اظهار جيان پاسي ٿي. من جي غلامي جنهن جو انحصار ترشنائن، واسنائن جي واسينگي ٿنين تي بينل آهي، جنهن اندر حيات جي رنگ - منچ جا مختلف اسٽيج به شامل آهن، اِهي سڀ ’نجات‘ جي راهه جون رڪاوٽون بڻيون رهن ٿيون ۽ اسين اَ-وديا سبب، خوشي خوشي ان جي اندر هر روز مرندا ۽ جيئندا رهون ٿا. اسان جو جيون هڪ وڏو الجهيل Pandora's box آهي، ڪوريئڙي جي ڄار جيان!

’جوالا مکي‘ پڙهي احساس ٿيم ته ڌرتي ماتا جو ازلي بي - زبان درد پنهنجي اندر جي اپار آتش کي ٺڏو ڪرڻ لاءِ ڪيڏيون ور وڪڙ ڦيرائيون پيو ٿو کائي. ڪاش! سمنڊ جي اپار، بي انت گهرائي سان ڪيس شانت ڪري سگهجي!

’سڄاڳي‘ اندر ويدانتي فڪر جي هلڪي جهلڪ جو نفيس احساس ترندو ڏيکاري ڏئي ٿو!

’مان ڪجهه به نه آهيان‘ چتر ڏسڻ بعد ’خان خانان‘ جو هيءُ فارسي شعر ذهن مان ايري ڪناري پيڙو ٿيو:

**من تو شدم تو من شدي، ما جان شدم تو تن شدي**
**تا کس نه گويد بعد ازين من ديگرم تو ديگري**

’ڇا خبر آهه انهيءَ کي‘ جو ڪينواس گهرو ۽ وسيع آهي، جڻ سموري فطرت پنهنجي لوچ، سوچ ۽ ڪروڌ سميت ان جي Currents ۽ Under-currents اندر ڇُلي رهي آهي. ديوي جي هن چٽ اندر آخري پنجن بندن ۽ ’ڪيئن پيئي ٿو درد پنهنجو، زهر

جيان کو ڏکَ پري' انسان پنهنجي درندگي ذريعي پنهنجي ئي هٿ سان، تهذيب جو، انسانيت جو ۽ پنهنجو انت آڻي اچوڪي، نرالي تاريخ پيو لکي! هيءُ عجب (Paradoxical) سقراط پنهنجي مٿان پيدا ڪيل ان درد کي مسلسل پيئندو ٿو رهي! ڪيستائين؟ هي عڪس وان گاگ جي زندگي جيان پيو ڀاسي، جيڪا Lust from life ۾ چٽيل آهي.

ديوي جا گيت بہ مٺر مٺر ۽ سندر سندر آهن: جن ۾ آشنائن ۽ نراشائن جا اولڙا تن من تي بارش جي هلڪين ۽ تيز بوندن جيان پون ٿا.
'آزاديءَ جي شمع' اندر،

**سپوت سنڌ جي هيمو ڪالاڻيءَ**
**ڪڏهن نہ پنتي پير هٽايو.**
پڙهي محسوس ٿيو تہ ديوي ساڌارڻ خاتون ڪونهي، بلڪ سندس من ۾ آزادي جي سرويچن لاءِ بي حد اُڪير، احترام ۽ پيار جون ڀاؤنائون بہ موجزن ڏيکارجن ٿيون، جيڪا اسان جي خود ساختہ، پدرسري سماج اندر فخر جي ڳالهہ سمجهڻ جڳائي.

گيت، "جڳ جو هيءُ پسارو آهي"جي بند،

**خون آ گهاٽو، پاڻي پنڙو،**
**سو بہ بڻيو آ، قطرو قطرو.**
جي ذريعي ڪلجڳ جي قدري، تهذيبي، سماجي گراوٽ ۽ مادي بدحالي جو ريمبرانٽ جي چٽر جهڙو چيندڙ عڪس چٽيل

ڏيڪارجي ٿو.

’ڇامڙو‘ نظم ۾ هڪ اڇوتو خيال پسجي پيو. هر ڪو وجود، ننڍڙو خواهه وڏو، پنهنجي جاءِ تي اهم ۽ Indispensable آهي ۽ ’ناوجود‘ جو اتوٽ انگ!

’بس تون ۽ مان نہ ڇاڻون‘ جون آخري بند واريون هيٺيون سٽون:

**هي هل هلان جو ديوي**
**سارو لڳي پسارو**
**بازيگرن جيان آ**
**هي ڪليل ڪنهن رچايو**
**آ ڪنهن جي هٿ ۾ ڏوري**
**بس تون ۽ مان نہ ڇاڻون.**
پڙهي **غالب** ياد اچي ويو،
**بازيچہ ، اطفال هي دنيا ميري آگي**
**هوتا هي شب و روز تماشا ميري آگي.**

غالب ۽ ديوي هر يُگَ ۾ پراسرار جي اسرار کي حيرت مان تڪيندا ڏيکاري ڏيندا رهن ٿا.

’اختيار‘ اندر اختيارات جي ورهاست جي سهڻي فيلسوفاڻا موشگافي پلي لڳي!

**شيام ڪمار ڪوئٽہ** 15.07.08

# ديوي.. سنڌ ڄائي

شاعري جو وڪر پئي پراڻو نٿو ٿئي. جڳن کان دنيا جي هر خطي ۾ شاعري ٿيندي رهي آهي ۽ جيستائين انسان زنده آهي، تيستائين اندر جا احساس پڻ اظهاربا رهندا.

شعر لفظ جو ذاتو شعور آهي ۽ ادب لفظ ”دٻ“ مان نڪتل لڳي ٿو. زندگيءَ ۾ بي پناهه اٿل پٿل سبب دل ۾ مختلف ڪيفيتون پئدا ٿين ٿيون. ڪيفيتن جو دٻاءُ انسان کي اظهار ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿو، پر هر شخص کي اظهار جو ڏانءُ نٿو اچي، البته هو ٻين جي تخليقيل ادب ۽ آرٽ مان لطف اندوز ٿي آٿرجڻ (Catharsis) جي عمل مان گذري ٿو.

ديوي ناگراڻيءَ پنهنجو درد سڃاتو آهي ۽ هن کي اظهارڻ جو ڏانءُ بہ اچي ٿو، توڙي جو اهو پختگيءَ جي چوٽيءَ کي ڇهي نٿو، تہ بہ پنهنجي ذات جي اشاعت تي جس لهڻي.
ڪوتائن جي مجموعي ”سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان.“ ۾ شاعرا پنهنجو اندر اوريو آهي. هن جو درد هر عورت ۽ هر شخص جو درد آهي. اهو درد آهي ڳولا جو درد! ڪنهن واٽ ڳولي تہ ڪيس منزل نہ ملي. ڪنهن منزل سُڃاتي تہ.. ان تائين رسائيءَ جي واٽ کان محروم رهيو.
شاعر پنهنجي ديس جي نظرياتي سرحدن جا رکوالا ٿين ٿا. ڪهڙو ديس؟ زمين جو خطو. جنهن جو هو شهري آهي. ها!

ظاهري طور تہ ائين آهي، پر حقيقت ۾، جيئن هوا جو،گل جي خوشبو جو ۽ برسات جي وسڪاري ۽ روشني جي رنگن جون ڪي حدون مقرر نہ آهن، تيئن شاعرسڄي ڌرتيءَ ۽ ڪائنات کي پنهنجو ديس سمجهي ٿو.

**سڪ ڪڏهن سوگهي نہ ٿيندي سرحدن جي قيد ۾**
**واءُ ڪي آزاد ڇڏ، ايندو رهي، ويندو رهي.**

سنڌي ٻولي ڪلاسيڪي ۽ جديد شاعريءَ سان مالا مال آهي. اردو جي ڀيٽ ۾ اسان جي شاعري توڙي ڪهاڻي، ناٽڪ، ناول يا مضمون ۽ ڪالم ۾ مصنف جي پنهنجي ڌرتي سان وابستگيءَ جوڏهين جي چنڊ وانگر چٽي نظر اچي ٿي. سنڌ ۾ رهندڙ سنڌي کي ڌرتيءَ هوندي بہ ٽئين ۽ چوٿين درجي جو شهري هجڻ جو احساس اڏوهيءَ وانگر کائي رهيو آهي. سرحد ۽ سمنڊ پار رهندڙ سنڌين کي تہ ڌرتي کسجڻ جو احساس اسان کان وڌيڪ ستائيندو هوندو.
سچ اهو آهي تہ، جڏهن شاعر سڄي ڌرتيءَ ۽ ڪائنات کي پنهنجو ديس سمجهي ٿو، تہ ان وقت هن کي زندگي فقط پنهنجي ذات جو نہ پر گڏيل انسانيت جو نوحو محسوس ٿئي ٿي. اها ڳالهہ سيني کي سمجهہ ۾ نہ ايندي. ميران ٻائيءَ چواڻيءَ تہ،

**پريم ڪيو ديواني منهنجو درد نہ ڄاڻي ڪو**
**گهايل جي گت گهايل ڄاڻي ڄاڻي ڪونہ ٻيو**

مير درد چيو تہ،

**درد کجھ معلوم ھي يہ لوگ سب**
**کس طرف سہ آئي تھي، کدھر چلي**

پنھنجو درد سجاڻڻ ۽ پاڻ کي سڃاڻڻ، انسان جي وڏي ۾ وڏي ڳولا رهي آهي. قبل مسيح جي يوناني شاعري پڙهون ٿا تہ، پنھنجي بڻ بنياد جي ڳولا، ڪٿان آياسين، ڪٿي ويندا سين، آغاز ۽ انت بابت ڪا پروڙ نٿي پوي.
هڪ يوناني شاعر جي چوڻ موجب هيءَ شعر پڙهي ڏسون ٿا تہ:

**خبر نہ ڪير ڪٿان ڪڏهن آيو آ**
**وڃڻو آ ڪيڏانھن ويندس مان.**

جيتوڻيڪ اڄ جي دنيا پنھنجي وجود ۾ اچڻ واري دنيا کان بي حساب طورتي بدلجي چڪي آهي ۽ هر گھڙي بدلجي رهي آهي. ان حد تائين جو انسان چنڊ تي پنھنجو جھنڊو ڳھاڙي آيو آهي ۽ دنيا جي ڪل ديگھہ ۽ ويڪر ڪمپيوٽر جي چپ ۽ موبائيل جي سيل ۾ سموئجي وئي آهي ، ان جي باجود تيڪنالاجي اڄ بہ مٿي ڪيترن ئي رازن جون ڳتيون سلجھائڻ کان قاصر آهي. دماغ کان باهر "پاڻ"سڃاڻڻ جا پارپتانہ ملندي ڏسي شاعره کي چوڻو پيو تہ،

**پاڻ ۾ پاڻ کي پائڻ جي**
**ڪوشش ڪندي آهيان.**

۽ بال جبريل ۾ علامہ اقبال بہ ساڳي درد جي سڃاڻپ هيئن

ڪرائي ٿو ته،

**کھلتا نهين ميري سفرِ زندگي کا راز**
**لاؤن ڪهان سي بنده صاحب نظر کو مين**
**حيران هي بو علي ڪہ مين آيا ڪهان سي هون**
**رومي بہ سوچتا هي ڪہ جاؤن کدهر کو مين**
**جاتا هون تهوڙي دور هر اک راهرو ڪي ساتھ**
**پهچانتا نهين هون ابهي راهبر ڪو مين**

انسان ڪي زندگي جي حقيقتن جو سامنو ڪرڻو پوي ٿو. ڪيترائي خواب ۽ سپنا پڄي پورا پورا ٿي وڃن ٿا، جن ڪي جوڙڻ جي جستجو ۾ من گهڙي من موهن سان آس ۽ اميد جون ڳالهيون ڪرڻيون پون ٿيون، ديويءَ جو هينيون خيال ملاحظ ڪريو ته،

**تنهنجي مرڪ!**
**روشني جا ڪرڻا بڻجي**
**ڪيترو نہ منهنجي گهر ڪي**
**روشن ڪري رهي آهي.**

هند ۽ سنڌ ۾ تصوف جي حوالي سان گهڻا سنت ۽ درويش روحاني تجربن مان گذريا آهن. لايعنيت (Absurdity) جي پيٽ ۾ تصوف ۾ وحدت الوجود جو لاڙو شاعريءَ جي همہ گيريت جي احساس سان نهڪي اچي ٿو. موسيقيءَ جي لئي، مئي جي مستي، محبوب جا ماڻا شاعر جي داخليت ۽ خارجيت کي هم آهنگ رکن ٿا. اها هم آهنگي لذت پرستي جو روحاني مت آهي.

يونان جا ڏاها عشق ۽ محبت جي خيال کي اصليت کان ڌار رکڻ

ڪي دانشوراڻي لاڙي جي برخلاف سمجهندا هئا. ا هو ڪيئن ٿو
ٿي سگهي ڏيئي جو ذڪر ٿئي پر ان جي لاٽ جو ذڪر نہ ٿئي.
گهٽي پاڳي، عورت ليکڪائن نہ صرف عورتن جي مسئلن ۽
احساسن تائين پاڻ کي محدود رکيو آهي پر پاڻ کي اڌوري
انسان هجڻ جي روايتي تصور کي غلط ثابت ۾ پاڻ موکيو
آهي. ليکڪ ان سڄي واتاورڻ کي مثبت انداز ۾ ڪيڏو نہ
خوبصورتي سان اظهاريو آهي. ڇا تہ خيال ڏنو اٿائين تہ،

**ڪو تہ هوندو، جو جهرمرتارن جي روشني ۾**
**رات پر جاڳي جاڳي مون کي تڪيندو هوندو.**

شاعريءَ جيئن تہ سڄي زندگيءَ جو رياض آهي. ان جي ڪٿ
محض ڪجهہ ڪوتائن يا رچنائن جي معيار تي ڪري نٿي
سگهي. ديويءَ جي دل ۾ دک جي دونهين دکي رهي آهي، البتہ
ان پرڪاش کي چٽنگ ۽ شعلي ۾ بدلجڻ لاءِ اڃان رت — ولوڙ
ڪرڻي پوندي آسان جون نيڪ تمنائون ساڻس گڏ آهن.

**نصير سومرو**
ڪراچي
تاريخ: جولاءِ 22، 2008ع

# پنهنجي پاران

سوچ شبدن جو جامو پائي پنهنجو پاڻ کي لفظن ۾ اسان جي روبرو ٿي آٽي، جنهن ۾ قدرت جو ۽ اسان جي آس پاس جي زندگيءَ جو اثر رهي ٿو. پنهنجي نظرئي سان شخصي سوچ جو اظهار آهي ڪويتا.

**گل ڏئي سرهاڻ چو**
**چنڊ ڏئي چانڊاڻ چو**
**سِچ جلائي پاڻ چو**
**مونکي ڪل ناهي تہ چو؟**

دادا هري دلگير جو هي امر گيت سچ جي سامهون آئينو آهي.سنڌ جي سُڳنڌ ۾ ويڙهيل هِن مني ٻوليءَ کي پڙهي، قلم کڻي لکڻ تي دل ٿي ڪري. جنهن سنڌ جي مان ڄائي آهيان اُنهيءَ کي ڏسڻ جي اُڪير دل ۾ اجان باقي آهي. ساهہ ۾ سا سجاتل مهڪ پئي پاڻ کي پڌرو ڪري. هِڪ طرح سان هي ڪوتائون منهنجي خيالن جو سنگره آهن، اِئين ڪٺي چئجي تہ منهنجي عڪس جي روُپ ۾ منهنجي ڊائري آهي.

چو ٿو ڪيرُ لکي، ڇا ٿو لکي، ڪير ٿو پڙهي؟ اِنهيءَ سوچ کان پري پنهنجي اُڏمن کي زبان ڏيڻ جي ڪوشش ۾ ليکڪ پنهنجي من جي تشنگيءَ کي ترپت ڪندو آهي. لکڻ ساڌنا جو هڪ ساڌن آهي ۽ پنهنجي سُڃاڻپ پائڻ جو هڪ وسيلو!!

**منهنجي جيون روپي گُل ۾**
**هن هڪ ساهَ روپي پن ۾**
**سمايل آهي پيار منهنجو**
**خدا جي نعمت آهي**
**اُهوئي پيار خدا آهي!**

خود کي خود سان جوڙڻ پنهنجي هن دنيا جي ويجهڙائيءَ کان پري.....

**منهنجو ويڳاڻو من**
**منهنجي پرينءَ جي آراڌنا ۾**
**پنهنجي سُڄاڻپ ڳولهڻ چاهي.**

صبح شام، هڪ تڙپ ۾ ڪنهن اڻڄاڻ اُپاسنا ۾ لين تي وڃڻ ۾، ڪنهن اهڙي سانت واتاورڻ جي ڳولها ۾ پئي ڀٽڪي جنهنجو سهارو وٺي قلم ٻه لکي ٿو.....

**ڳاءِ اَري من ڳاء، ڳاءِ اَري من ڳاء**
**پوئي سُر سازن جا موتي**
**هارُ گلي ۾ پاءِ. ڳاءِ اَري من ڳاءِ**

زندگي هڪ اڻ ٻُڌل گيت سڻائي ٿي ۽ ور ور ڳائي ٿي، بس اِها پياس ئي تڙپ بڻجي زندگيءَ جي چپن تي نِت نئين سازتي هڪ پرارٿنا بڻجي پاڻ کي پڌروڪري ٿي....

**تنهنجي رحمت رحيم راس پوي**
**ماڳ تي پاڪ دل رسائي سگهان.**

بازيگر جي هٿن جا ڪيڏاوٽا . سوچ جي تانن ٻانن سان لفظن ڪي
اُٽندي ڪا رچنا نهي پوي تہ اُها پئي وٽندي آهي چاڪاڻ جو
پنهجي آهي.......

پنهنجي وجود جي اندر جي سرشتي جي اٿاهہ ساگر جي گهراين
مان غوطو لڳائي ڪُجهہ انمول ڪٽيون ليي ٿا اچون.
توهان جي سامهون منهنجي من جا اٿميا ويچار پنهنجي مانيٽي
ٻوليءَ ۾ ڪجهہ چئي رهيا آهن...

**ديوي ناگراٹي**
My address: Devi B. Nangrani
9-D Corner view Society
15/33 Road, Bandra Mumbai. 400050

# سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان

ٻولي منهنجي سنڌي آهي
سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان.
لولي ماءُ ڏِني جا مونکي
ور ور جيڪر ويني ڳايان
سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان.

شاد رهين آباد رهين شل
منهنجي سُهڻي سنڌ سياڳي
تنهنجي ڏُک ۾ ڏُکي رهان مان
تنهنجي منهنجي جندڙي ساڳي
تنهنجي سُک ۾ سُکي رهان مان
تنهنجو ڏُک سُک پنهنجو پايان
سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان.

چوان فخر سان سنڌي آهيان
سنڌي آهي منهنجي ٻولي
ڪٽي هنج ۾ ماءُ ڏِني هُئي
جنهن ٻوليءَ ۾ مِنڙي لولي
لِکان پڙهان سنڌيءَ ۾ ئي مان

سڀ سان سنڌيءَ ۾ ڳالهايان
سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان.

سنڌي گلشن جو گُل آهيان
جڳ اندر خوشبوُ ڦهلايان
گڻ ڳائي تنهنجا او سنڌڙي!
هر ڪنهن کي مان ميت بڻايان
سڌُ ڪري سنڪٽ ۾ ديوي
اُن جو سِڪ مان سڌ اونايان
سنڌ جي آنءُ ڄائي آهيان.

# سُنامي

اي قدرت!
تون سانجهي سُکن ۽ ڏکن جي
بنا ڀاوَ بي درد ايذي تون ٿينءَ ٿو
ڪرم جو آ ليکو، قهر ڪال جو يا
اسين آهيون بي وس ،
مگر تون بہ ٿينءَ ٿو؟

مهاڪال ايڏو ڪڏهن ڪين آيو،
ڪري قهري تانڊَو ٿو جل ٿل وهايو؟
مِٽيءَ ۾ ملائي تو ماڻهُن جي هستي
خوشي تو ٿيا ماڻهي، ٿيا آنند ڪوآيئڙ ؟
جو جل ۾ اُنهن کي تو اِئين آ وهايو؟

مِٽيءَ ۾ مليا خواب، ماڻهو ۽ جيون
مٽيءَ جا جي گهر سي مِٽيءَ ۾ ملي ويا.
جل ديوتا جنهن کي ماڻهن ٿي پوڄيو
انهيءَ جي ڪرپا سان جيئڻ کان بچي ويا.
وهي ويا سي گهر گهاٽ، بستي ۽ ماڻهو

اِئين گهر وهيا جڻ تہ ٻيڙيءَ ۾ ماڻهو
سفر هو يا هو قافلو جڻ تہ وهندڙ
وهي سي رهيا جڻ، اڳيان تِن جي منزل.

نہ کو لُڙڪ کنهنجي بہ اک ۾، نہ رودن!
هُئي هاءِ هِڪ، آه ۽ ٻيو بس هيو ڊپُ
نہ ڊپُ موت جو هو، هُيو زندگيءَ جو
جِئڻ کان اڳي خوف پنهنجي مرڻ جو
واکا اُنهن جا دفن ٿي ويا جڻ
مدد لاءِ کوئي پُڪاري تہ کنهنکي
ٻُڌو هرکو پنهنجي ئي غم ۾ هو گهرو
ٻڌو کنهن نہ کنهنکي، هُيو هرکو ٻوڙو
ٻُڌي ساري هستي ٿڦوڙن ۾ گُم ٿي
لڳو جڻ تہ سرشٽي مڙيوئي ٿي سُن هُئي!

رِشتن ۽ ناتن جي حد کان پري جي
لهرُن ۽ لوڏن لڳايو گلي آهہ تِن کي
اجا آهي بي هوش هِت زندگاني
جا آ بي وفا . باوفا موت آ پر!

پري تِن کي پاڪُر ۾ ديوي چڏي تي
بنا ڪنهن ڪفن جي
پاڻيءَ ۾ ويڙهي.

عجب هيءُ سنگم آ تتوَن جو ديوي
هوا، پاڻي، آڪاش، اگني ۽ ڌرتي
ملي پاڻ ۾ جڻ تہ هڪُ ٿي ويا سي
سُناميءَ جي نالي ۾ جيون وٺي ويا.

## سو اندر آهي

در بند دل جا پُختگيءَ سان
نڪ نڪ ڪري هي ڪڏهن
ڪڏهن تو ڪري هوُ
پر ڏند پيڙي ماٺ ۾ مان
خاموش رهڻ چاهيان ٿي،
پُٽڪ نہ ڪنهنکي هيءَ پوي
تہ مان اندر رهندي آهيان.
ڪڏهن پر
روشندان هڪڙو کولي
ساهُ پٽيندي آهيان
دُنيا جا سڀ رنگ ڏِسي،
مان پوءِ اک ٻوٽيندي آهيان.
عمر گذاري اِئن ڪندي
پر هاڻ ! ها هاڻ
پڪ اِها ٿي آهي
جو مان پئي ڳولهيان ٻاهر
سو اندر ۾ آهي
ها! سو اندر ۾ آهي.

# موت جي ڇايا

موت جي ڪاري ڇايا
حياتيءَ جي سفر ۾
پاڇو ٿي
ساڻ ساڻ منهنجي
پئي ڙُلندي آهي،
تيسين
جيسين
سِجُ ڇڙهيلُ آهي.
لهڻ تي،
جيون سان ناتو ٽوڙي
غروب ٿي ويندو آهي.

# تون لهڻيدار

تنهنجو چهرو منهنجي روح ۾ اُڪريل آهي،
جڏهن مان لِکڻ چاهيان تنهنجي باري ۾،
فقط تون ليکَڪ ٿي پوندو آهين،
مان فقط اکر پڙهندي آهيان
مان توکي اُتي ڏِسندي آهيان
جِتان تون مونکي ڏِسندو آهين.

حالت جا آهي، سا وري بہ منهنجي رهندي
مان اجان اڻسُجاتل گهِٽين ۾ پيئي پاڻ ڳولهيان
ڪارڻ، منهنجي روح اجا اڄ سُجاڻپ لڌي آهي
مان تو ۾ ڏِسان ٿي، اڻ سُجاتل چڱائي
جنهن منهنجو وِشواس تِڪائي رکيو آهي
جو اڄُ مان مجان ٿي
مان قرضدار، تون لهڻيدار.

# تون نٿو چاڙهين

تنهنجي مُرڪ!
روشنيءَ جا ڪِرڻا بڻجي
ڪيترو نہ منهنجي گهر کي
روشن ڪري رهي آهي.

تنهنجي ڪِل!
منهنجي مسئلن کي
بي پناهہ راحت ۽ تازگي ڏئي
هلڪو ڪري
هوا ۾ پکيڙي ڇڏيندي آهي.

تنهنجا لفظ!
ڇا مُلهہ ڪٿيان مان تِن جو؟
جڏهن تون ڪُجهہ چوندو آهين
منهنجي دل جو دردہ گهٽجي
ڳري برف جيان پنهنجي پاڻيءَ ۾
هلڪو ٿي پيو ترندو آهي.

تنهنجي اِها ادا
منهنجو من ٿي موهي
خاص اُنهيءَ ويل، جڏهن
تنهنجي گهڻي ضرورت هوندي آهي
تون نٿو ڄاڻين
ها، تون نٿو ڄاڻين.

# من جي غلامي

غلاميءَ جي عادت ٻُڇڙي گھٽي، پر
وٽي پيئي دل کي، ڇُتي ڪين ٿي سا.
ڪڏهن ٻار ٻڌجي مون ماٽيو ٿي بچپن
وڏي ٿي جواني خماريءَ ۾ ماٽيم
اُهائي غلامي وسي آ اندر ۾
نہ آزاد خود کي ڪرائڻ ٿي چاهيان
اُهي بند پجري جا پيئي ٿي ماٽيان.

وڏي جيئن ٿيان ٿي سمجهہ ۾ اچي ٿو
نہ ٻنڌڻ ٿا گهتجن، نہ آزاد ڪو ٿيو.
وٽي ٿي غلامي، ۽ ٻنڌن اُنهيءَ جا
اُهي ئي پيا ماٽيون، اُهي ئي پيا چوڙيون.
اوستا ڪٿي هِڪ وجي ٻيءَ ۾ پيي
تہ جڪڙيل رهون ٿا، نہ آزاد ٿيون ٿا.

گهٽيون ٻُختيون آهن هي زنجيرون من جون
تنڻ جون نہ آهن حياتي آ جيسين.
اُهي هاڻ عادت ٿي من کي هلائن
سي ڪجهہ مجائي غلامي ڪرائِن.

# روح جي آزادي

روح جي لاءِ نہ ڪو قيد آهي
نہ ڪي زنجيرون، جي هِن کي روڪين
جي بندن هِن کي روڪن، سي
هِن جي پڃري جا بند ئي آهن.

# جوالا مُکي

ماں،
سُکل زمين مٿان ڦهليل
نيري آسمان جي دريا کي
اکر اورانگهي سگهان،
اُن جي وِچ ۾ بادلن کي ء
بارش جي شبنمي بوند سان
پاڻ پُسائي
جي ٿڌاڻ ماڻي سگهان
تہ پوءِ صديُن کان گونگي
هِن ڌرتيءَ جي پيڙا کي چئي سگهان
جا، ڪندڻ جي اِرد گِرد لِپٽيل
ناگمڻي بڻجي
اُن نرم سپرش کي پائڻ جي لالچ ۾
گول گول گهُمي رهي آهي
تہ شايد،
سندس اندر جو جوالامُکي شانت ٿي وڃي
هن اٿاهہ نيري سمنڊ جي پاڻيءَ جي
شيتلتا هُنجي اندر سمائِجي وڃي.

# ماٺ جي زبان

ماٺ جي زبان
تي پُڪاري
اُن پرينءَ کي
جو آواز جي گونج
ٻڌجي وڃي رهيو آهي
منهنجي من مندر ۾.

# سُجاڳي

جاڳي ٿي اڄ رات ساري
مان پيي هُيس سُجاڳ
اھڙو منھنجو ڀاڳ
رات ۾ مان ڏينھن پسان
ڏينھن ۾ پئي ٿي رات ڏِسان.

نينھن جي آ ريت نِرالي
پيٽي آهي وِھِ جي پيالي
سڀ وِساري پاڻ وڃائي
پائِڻ آهي پريم کي.
پريم ئي آهي خُدا
پريم ئي پرماتما
آتما پرماتما کي،
پاڻ ۾ ھِڪ ٿيندو ڏسان.

# ڪو تہ هوندو

ڪو تہ هوندو، جو
منهنجي ويران راهُن ۾
نيٽن جا ڏيئڙا ٻاري
منهنجي اچڻ جي واٽ
نهاريندو هوندو.

ڪو تہ هوندو، جو
جهرمِر تارن جي روشنيءَ ۾
رات پر جاڳي جاڳي
مونکي تڪيندو هوندو.

ڪو تہ هوندو، جو
اسُر جي اُداسيءَ ۾
منهنجي جاڳڻ جي اِنتظار ۾
اکيون وِڇائي وينو هوندو.

# مان ڪُجھہ بہ نہ آھيان

منهنجا مالڪ
تون ۽ مانء
هڪ ٻئي کان
ذار نہ آھيون

تون آن مون ۾
۽ مان تو ۾
تون ساگر مان
لهر اُنهيءَ ۾

هِڪ ٻئي ۾
اِئن سمايل آھيون جڻ
تون "مان" آھين
مان "تون" آھيان

# منهنجي ضمير جو واقف

دنيا جي ويجهڙائيءَ کان پري
دستڪ روز ٻُڌان ٿي دل جي در تي
ويران دل جي در ٻاهران
گُلدان رکيل هِڪ روز ڏِسان ٿي،
رکڻ وارو چهرو، اڻ سُڃاتل
ڪين اُنکي مان پسان، پر
واقف آهي منهنجو ضمير
بس ياد آهي هِڪُ نِشان،
اُن سُڃاتل پيرن جي آهٽ کي
ماٺ جي سُر ۾ ٻُڌان،
سوچ ۾ ٻُڌل من منهنجو
روز ڇو ٿو اِنتظار ڪري؟
ڏينهن تہ گُذري ٿو وڃي
رات جِئڻ تي موت ڪائي
منهنجو ويڳاڻو من
منهنجي پِرينءَ جي آراڌنا ۾
پنهنجي سُڃاڻپ ڳولهڻ چاهي.

# گونگي ٻوڙهي

مان گونگي آهيان
جو سوچي ٿو منهنجو من
تنهنکي پنهنجي زبان
ڏئي نٿي سگهان

مان ٻوڙي آهيان
هُن جو آواز
دُنيا جي گوڙ ۾
ٻُڌي نٿي سگهان

مان پَر ڪتريل پکي
بيوس، بي پرواز
اُڏري آڪاش ڏي
هُن کي ڇُهي نٿي سگهان

# زندگي هڪُ سپنو

زندگي
هڪُ وڏو سپنو
جنهن ۾، نِت نوان ارمان سجائي
نوان پئي ڄڻ ويس پائي
روز ڪري سينگار
نِت نِت ويني پوُر پچائي

ڪڏهن اُهائي بار
ڪڏهن ٻُڍو ٿي
ڪڏهن نشي ۾ پريل جواني
پوءِ بہ وقت هلي ٿو
هرگز ڪين ٿو رُڪجي.
خمار ٻڌجي جو چڙهيو ٿي
نشو چوُر چوُر ٿي اُهو لهي ٿو
ها ها نشو!!
چو تہ زندگي بہ
شيشي جيان چڪنا چوُرٿيندي آ
جڏهن نشو لهندو آ
جڏهن سپنو ٽُٽندو آ.

# مُرڪي ٿي پوان

منهنجي سوچ جي جهنگل ۾
شريڪ آهي، مون ساڻ
سڄي جهان جو شور
گهڻن جا غمَ، گهڻن جون اُداسيون
منهنجي گهٽ جي سُنسان آڪاش ۾
بادلن جا زرڙا ٻڌجي
هوائُن جي پرن تي
پنهنجو رُخ پيا مٽائِن
ڪڏهن ورائي واڳ وجن
پهاڙن جون چوٽيون چُمڻ
ڪڏهن، ساوڻ جي ساوڪ سا ويڙهيل
اُنهيءَ جهنگل جي زمين تي
پل ترسي
سوچ جي جهنگل مان ٻاهر نِڪري
اُهي ڪڪر پاڻ ۾ ياڪُي پائي
آبشار ٿي پيا نچن
۽ اُنهيءَ پل
منهنجي سوچ جو پردو فاش ٿيو پوي

مان ماڪَ جي ڦڙي جيان
ساوڪ تي سُمهيل
متي آڪاش ۾،
ڏِسي هُن اُداس چنڊ کي
پنهنجي درد جي پرڇائِيُن مان
ٻاهر نڪري مُرڪي ٿي پوان

# منهنجي دل تي چوي

اي خدا !
منهنجي دل تي چوي
تہ هي جيون
جو تنهنجو ئي ڏنل آهي
تنهنجي نالي ڪري ڇڏيان.

اي منهنجيءَ دل جا مالڪ!
مان اِهوئي نٿي ڪري سگهان
ڇو جو، هِن دل جي مٿان
مايا جي حڪومت آهي، ۽ مان
اُن جي غلام بڻجي پئي آهيان.

اي رب !
تنهنجي مهر کان سواءِ
نٿي ڪري سگهان
ڪُجھ بہ تنهنجي حوالي
نہ هيءُ جيون، نہ ئي هيءَ دل
جا وِڪارن سان ڀرپوُر آهي
ميري آهي مايا جي مٿِل سان .

اي مهربان منڙا !
مهر ڪري هِن دل تي
۽ هِن جيون تي
جو تنهنجو ئي ڏنل آهي
مونکي تون پنهنجي چرنن جو داس بڻاءِ.

اي منهنجا محبوب!
تون گواه آهين هن دل جو
تون مالڪ آهين هن جيون جو
مان تنهنجي هُيس
مان تنهنجي آهيان، ۽
مان تنهنجي رهنديس
منهنجي دل تي چوي

# فقيرياڻي

رهڻي ڪرڻي، صُورت اُنجي ڏسڻ وٽان
گهر پريوار، سهوُلِيت جا ساڌن رئيساڻا
هيءُ سڀ ڏسي ڪير چوندو تہ
"هوْءَ بکارڻ آ."

اڄُ مون ڏٺي آ هڪ اهڙي فقيرياڻي
محلن جي جا لڳي ٿي راڻي
ويجهو اُن جي وڃي ڏٺو مون
ها بِکارڻ، اُها بکارڻ
بيک - ڪٽورو ڪٽي اکين ۾
پنهنجي گهر ۾ پِنندي آ.

ڇهري جي جهلڪ ڪري پئي ظاهر
هُن جي اکيُن جي بُک
هُن جي دل جي پياس
پلي ٿي هُوءَ بين ڪان پنهنجي
اک جا لڙڪ لڪائي،
مُرڪ مِني ورهائيندي آ.

سوچ ۾ آهيان
ڇا جي لوڙ اُنهيءَ کي آهي؟
اهڙو ڇا هوُءَ گهُري رهي آ
پنهنجي پريوار کان،
جو هُن وٽ ناهي !!
روز گهُمي ٿي ڪٽي نِراشا
ن جي خالي پيالن ۾
نِت گهري نِراشا جو دونهون
ويڙهي رهيو آ سوچ کي هُن جي
۽ ويڳاڻي هوءَ، ماٺ جي موتيُن کي
ويڙهي پنهنجي دامن ۾ ٿي
سِڪي اُنهيءَ تڙپ جي پيڙا ۾،
جا ڏسي، ڪُجهه سوچي، وري وجي وَيجهو
هُن جي ڪِرندڙ لُڙڪ کان پُڇيم
" ڇا ڳالهه آهي؟"
ڇُلڪندڙ هُن لُڙڪ چيو
" چري آ "
ٿورو وقت ٿي گهُري
پنهنجن کان،جنهنجي،
تِن وٽ ڪمي آهي. "

# ٽڙي ٽِڙي

جڏهن من سنهجو مُرجهائي تو
چڻ چوڌر چمن ڪومائي تو
پوءِ ڪيئن ڪلي ڪا ٽِڙي ٽِڙي.

ڪَو غربت ۾ خوشحال ڏِنو
ڪو ڏن هوندي بہ ڪنگالُ ڏٺو
ٿيو پينو سو پيو ڦِري ڦري.

گلزار ۾ گُل سان خار ملي
هيءَ دُنياداري جار لڳي
تو وقت سان هرڪو هِري هري.

# چا ٿيندو

جي ڏک پاليندين تہ چا ٿيندو؟
جي سک ماڻيندين تہ چا ٿيندو؟
ڌن دولت جي کوڙين کي
جي ميڙيندين، تہ چا ٿيندو؟
نہ درد کي دارون ڪري تو پيتو
نہ اُنهيءَ سيلاب ۾ تو پاڻ کي ڌوتو،
تہ اي نادان!
هِن پريل دنيا مان
جيئن آئين تون ڪٺي خالي هٿ
وري بہ خالي، بنا پرائڻ
پينو ٿي جي هلي بہ ويندين
تہ چا ٿيندو؟

## لٺ لنگوٽيءَ وارو باپو...

لٺ لنگوٽيءَ وارو باپو
هر دل جو دلدار هُيو

ديش ڏُلاري باپوجيءَ کي
هر ڪنهن جي لءِ پيارُ هُيو.

ڀارت جي آزاديءَ خاطر
ڪنيو ڪٿلهن تي بارُ هُيو.

ديش نِواسين کي آزادي
ماڻڻ جو اختيارُ هُيو.

ديش جي صدقي سِرُ بہ ڏِيڻ لءِ
هردم باپو تيارُ هُيو

انگريزن جي هر هِڪ شيءِ جو
ڪيو سدا بهِشڪارُ هُيو.

هنسا جي مارگ جو کندن
اهِنسا جو پرچارُ هُيو

بِنا شستر جا لڙي لڙائي
ستياگره هٿيارُ هُيو.

رهٽي ڪرٽي اهڙي هُن جي
ڇڻ گيتا جو سارُ هُيو

پرارٿنا اندر نِشچو ديوي
سندس سدا سينگارُ هُيو.

# چامڙو

ٻن ڦٽن جو ٻارُ هُو ، يا
هو ڪو وڏڙو مرد
آمهون سامهون راهه تي جنهن ڪي ،
ٻاڻ ڪان ڪجهه وڏيرو
مليو ويو هو مرد.
مرد ته هو ،
پر ڇو لڳو پئي سرد.
اک هيٺ ڪري هن چام کي
ڏنو حڪارت سان
مُرڪي "هاءِ" چئي هن کي
ور ور پئي تي هيٺ نهاريو
متي ڪري اک ڇم ڏنو پوءِ
ڪين ڏنائين اک ۾ هُن جي
مت پرو ڪجهه هُن ڪان شايد
ڪو اُجلو هُن هِڪ نُور ڏنو
ڄڻ پنهنجو ئي ڪو عڪس هُجي.

پوءِ مرڪيو هي ڪجهه
مُرڪي ڪِلي پيو
"هاءِ" چيائين
شايد هُن کي پڪ هئي
ته هُن جو به ڪو
وجود آهي.

# اِهوئي سچ آهي

هت :

پيڙ پاڙ  ڪان پرتي پرتي

ماڻهن جي هِڪ بستي آهي

تنها ماڻهو  آهن ليڪن

خاص اُنهن جي هستي آهي.

نَنڍڙا ننڍڙا تِن جا گهر، پر

پريل اُنهن ۾ مستي آهي.

گيتا چا؟ قران چا ؟

هِڪ ذات  اُنهن جي پنهنجي آهي.

۽ بيو :

پيار محبت ملڪيت تِن جي

ڪمي نہ تِن کي ڪنهنجي آهي.

دل جا درپڻ صاف اُنهن جا

ٻيائي چا سا خبر نہ آهي!

سِڌي ۽ سادي خلقت پياري

جِن جي لاءِ  ڪِل سستي آهي.

پر پوءِ

علم وڌيو اُن ساڻ عقل پڻ

جنهن ٻج وحشت جو آ پوکيو

وري :

ڏسندي ڏسندي

پيار گهٽيو، پر نفرت پنهنجي زور وڌايو..

زخمي ٿي ديوار دلين جي

ديوي عجب پرستي آهي.

پتو پيو:

ڪريم آهي قران پڙهندو

گڏونتي آ گيتا پڙهندي

قصور ڪهڙو ڪنهنجو اِن ۾

ساڳي اها ئي بستي آهي.

# اختيارُ آهي

لِکان ٿي اڄ ، سيان يي ڪجهہ
شايد اُن ڪان پوءِ،
هيءَ مسُ، هي قلم،
هي اُڪريل اکر ڪارا
ڪاغذ تي
يلي تِن کي ڦاڙي ڇڏ
يا تہ ساڙي ڇڏ، يا وري
ڦٽي ڪري ڇڏ رديءَ ۾
اُن تي تنهنجو اختيار آهي
پر،
جو مان سوچيان ٿي
اُن جي اُپچ کي،
لکي دل جي جذبن جو اظهار ڪريان ٿي
اُن تي منهنجو اختيار آهي.

# مون پُڇيو گُل کان

مون پُڇيو گُل کان
" اي گُلڙا !
ڪٿان تو آندي رنگت سُهڻي؟"
پَڻ پَڻ جي آواز ڇيو ڇڻ
" اِندر ڌنش جي پاڇولي مان
مون پاتي آ رنگت سُهڻي؟"
مون پُڇيو گُل کان
" اي گُلڙا !
ڪٿان تو آندي سڳند سُهڻي؟"
پَڻ پَڻ جي آواز ڇيو ڇڻ
"تنهنجي دل جي درپڻ ۾ مون
سڳند جو ئي ساگر ماڻيم
ڪٽي اُنهيءَ مان ڪٽي ڪري مون
پاتي سڳند سُهڻي. "
پل رکي وري ڇيو ، گل
"تون ئي تہ آن، ها تون ئي تہ آن
ساگر سڳند جو ،
۽ مان پاڇولو تنهنجو ."

# اخبار لاءِ ليک

هِڪ نئين اخبار نڪرڻي هئي
هڪ گذارش آئي انهن وٽان
ليک يا هڪڙو شعر اسانکي لکي موڪليو .
سوچ ۾ پئجي ويس ڇا آخر مان لکان ؟
شعر لکان يا ليک، يا پنهنجي انيو مان
جيون ڪهاڻي لکان ؟
سوچي سوچي منجهي پيس
نيٺ وجي،
هڪ ساٿي ساهتڪار کي چيم :
" ياڻي کو ڏسُ ڏي "
ڏس ڪوئي بہ نہ ڏئي سگهيو
آخر چيائين :
"ڪجھ بہ وجي لک
جو دل ٻوليئي ."
سوچيم ساري رات
انڌڪار مان نظر نہ آئي لاٽ
مان ڇا ڄاڻان تڪبنديءَ جي ذات
آخر سوچيم

شروع ڪريان پنهنجي انيو مان ،
مان تہ هيس پر انيوهيڻ ،
ڪنهن ۾ بہ نہ هُيس پربيڻ .
سوچي سوچي سمهي پيس
اک لڳي ويئي، سپنو ڏٺم
هر طرف هَوس جا سَپَ
سُر سُر ڪري رهيا هئا
نفرت جا نانگ ڦوڪون پيا ڏين
بي ايمانيءَ جون بلائون
اُوچو ڳاٽ ڪري بيٺيون هيون
انسان ڪي دکي ڏٺم
مون ساڻس همدردي جتائي
پيار جا ٻہ ٻول ٻوليا
جيئن هو ڪا راحت پائي سگهي.
چرڪ ڀري مان ننڊ مان جاڳيس
ڪٽي قلم مون لکڻ شروع ڪيو
" منهنجا پيارا سنڌي ڀائرو
ويڇا وير وساريو هڪ ٿي وڃو
ٻيلي منهنجي ڳالهہ مڃو
ٻُڌي اٿوَ چو ٻڌي نہ اٿوَ"

ختم ڪيو سنديش اِهو مون
هنن لفظن سان:
"مان ٿيندس خوش
جي پڙهندا هي سنديش
ليک چوان ڪيئن هن ڪي
ليکڪ مان تہ نہ آهيان
بس توهان جي وچ ۾
مان بہ هڪڙي ناري آهيان .
پيار وڌايو، نفرت کي نابود ڪيو
پُليون دل دل جي وچ ۾ پيار سنديون بڻايو."

## سُمهيل سُرت تڌڙا ڪڏي جا اُتاري

سُمهيل سُرت تڌڙا ڪڏي جا اُتاري
وِسايل ڏِيئن ڪي جا اوندَهه ۾ ٻاري
اِها روشني آ، اِها روشني آ

جيئي عمر ڀر، پر رهي پياس باقي
اُها اُڃ جنهنجو نہ آ ڪوئي ساقي
اِها تِشنگي آ، اِها تِشنگي آ.

پڻي سُڪ ۾ آواز ڏي يا نہ ڏي ڪو
ڏکن ۾ رهي ساٿ ۽ دل جي ويجهو
اِها دوستي آ، اِها دوستي آ.

چوڻ چاهي ڪوئي مگر پو بہ چپ آهہ
زبان جو ڪو دل تي الا وسُ رهيو ناهه
اِها بي وسي آ، اِها بي وسي آ.

وِهي ڌيان جي ڌُن ۾ ديوي اندر جو
گهٽو ڪجهہ بنا ڪجهہ چوڻ جي ڪري سو
اِها بندگي آ، اِها بندگي آ.

# حياتيءَ جو سفر

پنڌ ڪيو مون هڪڙي ڏينهن ڪجهه
ٻئي ڏينهن اُن کان ڪجهه زيادهه
وِڪ وِڪ ڪري گهٽايم دوري
منزل پاتم اجا نه پوري.

چال ڪڏهن تي چُست هُئي
۽ ڪڏهن وري تي سُست هُئي
روشن راهه تي وک وڌائي
نظر ڏسي ڪجهه موتي آئي.

سونهن سبحاني چلڪو چلڪو
سوءِ سِجن جو هڪ سِج چمڪيو
پل ۾ ڇائي وري اونڌائي
اونڌهه ۾ تي گم روشنائي.

من ٻُڌيءَ اُت زور لڳايو
گياني ٻڻجي ڳولهڻ چاهيو

نظر ۾ چڻ ڪو موتي آيو
گم ٿيو منزل جو پر سايو
چا هيو جو نظر ڏنو هو
پرم هيو يا نور ڏنو هو.

پنڌ وري به ڪرڻو پوندو
اُن زيادهہ ڪان اور زيادهہ
وِڪ وِڪ وري وڌائج ديوي
منزل ديهہ ۾ پائج ويهي.

# ڌرتي آهي اسان جي ماتا

اي منهنجا پيارا خدا
پيار تنهنجي الاهي ذات آ
پو ڇو لُٽيل اڄ ڪلهہ هت چو
ساري هيءَ ڪائنات آ ؟
تو اُپايو نر ۽ ناري
ڀانت ڀانت جي جاتيءَ ۾
ڀيد نہ ڪوئي جات پات ۾
ڀيد نہ ڪوئي ڀاشائن ۾
زور وڌيو آ پوءِ ڇو اڄ چو
ڀيد ڀاو جو هن دنيا اندر
ڦوٽ پئي آ ايڏي هت چو
دنيا ڀر جي ماڻهن ۾
آهي ديس اسانجو هي ، پر
پو ڀي ڀرانت ڀرانت جي وچ ۾
ڀيد رکون ٿا ايڏو چو
هي آ تنهنجو، هي آ منهنجو
هيءَ آ بولي منهنجي ۽
هيءَ آ ڀاشا تنهنجي

اُلجهايو آ لوڪن  خود کي
هيءُ عظيم آ ۽ ادنيٰ آ هُو
هيءُ ڏنوان آ ۽ نرڏن آ هُو
هيءُ پارتواسي آ ۽ پاڪستاني هوُ
هي امريڪا واسي آ
هيءُ چينائي ، هو جاپاني
وندي ورهائي ڌرتيءَ کي
ٽڪرن ٽڪرن منجهہ ڇڏيو آ
ڌرتي آهي اسان جي ماتا "
ڌرتي منهنجي جيجل آ
ڇٺي ڪري دل چيري اُن جي
جنهن کي رتو رت ڪريون ٿا .
جيجل ڌرتيءَ جي سيني تي
واڙ ڪرارو وري ڪريون ٿا .
سا ئي ڌرتي ساري ٿي
دلبر ديس ڏُلارن کي.
اڇو اڇو سپوتو
سي مُنهنجون سنتان
ناسمجهيءَ کي ترڪ ڪري اڄ
ماتا کي باغ بهار ڪريو

ڌرتيءَ گل گلزار ڪريو
هڪ پريوار جي ٻاتين جيان
پنهنجن جهڙو ورتاءَ ڪريو
هڪ ٻئي سان پيار ڪريو
نفرت کي نابود ڪريو

# آخر سڀ ڪي مرڻو آهي

آخر سڀ ڪي مرڻو آهي
ڪجهه نہ رئڻ مان ورڻو آهي.

ڪُرڪيتر آ دنيا ساري
پنهجن سان پيي وڙهڻو آهي.

هي پانڊو، هي ڪورو پوءِ پيي
گڏجي تِن ڪي رهڻو آهي.

غندن جو جت راڄ هُجي اُت
چڱن پلن ڪي ڊڄڻو آهي.

دم گذر هيءَ آهہ حياتي
چا ڪعبو هِت اڏڻو آهي.

# جنهن کي سُک آ تنهنکي چاهي

جنهن کي سُک آ تنهنکي چاهي
پُڇ تنهنکان جنهن وٽ ڪُجهه ناهي.

پتڪن ٿا بي اجهي هزارين
ڪو تِن کي اڄ گهر ڏي ناهي.

گهٽبو آهي درد ونڊڻ سان
خوشيون ٻـ پنهنجون ڏسو ورهائي.

پئسي لءِ پُٽ پيءُ کي ماري
جڳ ۾ پيو آ ڪلجُڳ ڪاهي.

راءِ ڏياچ ويا ٻيجل ڪيڏاهن
ڏيندو ڪو سُرَ تي سِرُ لاهي.

دين ڌرم ايمان گنوائي
حاصل ديوي ڪرڻو چاهي.

# موج پري سا محفل آهي

موج پري سا محفل آهي
جنهن ۾ هرڪو رلمل آهي.

وِک وِک ڪٽندو هلُ وٽجارا
دوُر نہ تنهنجي منزل آهي.

آنڌي تيز ڪُنن ۾ ڪشتي
نظر ڪِٿي بہ نہ ساحل آهي.

ڪهڙي پرواهہ اُن ٻيڙيءَ کي
جنهنجو مرشد ڪامل آهي.

موءِت متان ٿي بيٺو آهي
پوءِ بہ ديوي غافل آهي.

# آزادي چا ڪڏهن نہ ملندي

صبر ڪري سڀ سهڻو پوندو
اجا غلام ٿي رهڻو پوندو.
آزادي چا ڪڏهن نہ ملندي
اجا قيد هي ڪٽڻو پوندو.

ڪن کي لاند ٻچن جي ڏين ٿو
ڪن کان هڪ ئي ڪسي ونين ٿو
زهر زندگيءَ جو پيئڻو آهي
ڳري مري چا جيئڻو پوندو.

ڪو تہ جوانيءَ ۾ پيو لتجي
ڪو ماٺي پيو جهوُر ٻُڍاپو
هي تنهنجو اِنصاف خدا آ
مري مري چا جئڻو پوندو.

پاپين جو اڄ ٻول آ با لا
ڏسن سڀ پار تي ڪشٽ ڪشالا
جئہِ جئہِ ٿئي ٻلوان جي جِت ڪِٿ
نرٻل کي ئي جهُڪڻو پوندو.

تون تہ غريبن نواز رهيو آن
تون تہ قائدي ساز وڏو آن
ڪهڙي خطا ڪئي آهي مون
ڳوڙهن کي چا پيئڻو پوندو.

آشا جو جن ديپ جلايو
تِن ئي جيون کي چمڪايو
مندر ۾ ڏينهن رات چا ديوي
توکي ڳرڻو ٻرڻو پوندو.

# ڪڏهن حاڪم ٿي، ڪڏهن ظالم ٿي

ڪڏهن حاڪم ٿي، ڪڏهن ظالم ٿي
ڪڏهن جانب ٿي چِلُ ڪري ڪري
اهڙو ويسُ سڄڻ پيو ڏري ڏري.

هيءُ نينهن جو ناتو نيڄي اَچي
شل قرب ڪُنل ڪو پيي نہ بچي
اِها آس ٿي دل ۾ تري تري.

جو منهنجي دل کي مرض لڳو
لاهي. اهڙو ڪين طبيب مليو
چنتا ۾ دل ٿي ڳري ڳري.

نادان ڏني هيءُ دل پهنجي
مون ڪين ڏني اَهڙي ڪنهنجي
ڪِلي لُڙڪن جا ڏِڪ پري پري.

هي ديوانن جون ڳالهيون هِت
سمجهي ڪوئي ديوانو بس
پيو چوت پٿر سان ڪري ڪري.

رسُ، رنگ ۽ روُپ جي قائل جا
دل ديويءَ جي ٻہ تہ گهايل آ
پئي سورن ۾ سا ڳري ڳري.

# آزاديءَ جي شمع

آزاديءَ جي شمع مٿان هِت
پروانن آ پاڻ جلايو
آزاديءَ جي آهوتيءَ ۾
سيڪجهه ڪلنڌي ڀيٽ چڙهايو.

خون جي هولي ڪيڏي ويرين
آزاديءَ جو جشن منايو
سرڪڻ ڦاهيءَ جي ڦندي ڪي
ورمالا جئن گلي لڳايو

سپوت سنڌ جي هيمو ڪالاڻيءَ
ڪڏهن نہ پُنتي پيرُ هٽايو
آزادي آ اڌڪارُ اسانجو
نعرو گنگاڌر تِلڪ لڳايو

ظلم جي چائنٽ تي ديوانن
ڪڏهن نہ پنهنجو سيسُ جهڪايو.
ياد ڪري قرباني تِن جي
ديويءَ پنهنجو سيسُ نوايو.

# رشتو اهڙو رڳ هر ڪنهن سان

رشتو اهڙو رڳ هر ڪنهن سان
جهڙو پاڻيءَ جو بادل سان

رشتو اهڙو رک بادل سان
جهڙو بادل جو بارش سان

رشتو اهڙو رک بارش سان
جهڙو بارش جو ساوڻ سان

رشتو اهڙو رک ساوڻ سان
جهڙو ساوڻ جو بارش سان

رشتو اهڙو رک بارش سان
جهڙو بهار جو آ گُل سان

رشتو اهڙو رک تون گُل سان
جهڙو گُل جو گلشن سان.

# رشتن ۾ آسودي بازي

رشتن ۾ آ سودي بازي
ڪيرُ نہ ڪنهن سان آهي راضي.

تون منهنجو مان تنهنجو قاضي
ڪيرُ نہ ڪنهن سان آهي راضي.

تنهنجو مُنهنجو چئي وڏائي
وِتي دلين ۾ جڻ ڪا ڪاهي.

هِڪڙو ٻئي ڪان وڏ سودائي
ڪيرُ نہ ڪنهن سان آهي راضي.

تون جي سير سوا مان آهيان
سمجهين پل پر گهٽ مان ناهيان..

لتيل لُتيل آ ساري خدائي
ڪيرُ نہ ڪنهن سان آهي راضي

ڪجي شِڪايت ڪنهن سان ڪهڙي؟
ڪين رهيو ڪو دلبر ديوي

# تنهنجي ياد

تنهنجي ياد
منهنجي منٺڙي ننڊ ڦٽائي
ساريو ساريون راتيون
مونکي جڳائي ٿي .

تنهنجي ياد
سک ڏک ۾ ساٿي بڻجي
منهنجي جيون جي راهن ۾
اندر ڏنش جا رنگ ڦهلائي ٿي .

تنهنجي ياد
ڪوئل جي منٺڙي ڪُوڪُو جيان
اچي اُداس اڪيلي من کي
وندرائي ٿي

تنهنجي ياد
چنڊ جا نازڪ ڪرڻا بڻجي
منهنجي بند دريءَ مان ترڪي
ڪنڊ ڪنڊ چمڪائي ٿي .

تنهنجي ياد
راتين جي اوجاڳن ۾
چنچل منهنجي چِتون کي
ٿپڪي ڏيئي ممتا مئي منڙي
لولي هڪ سڻائي ٿي

# ڳوٺ ۾ پاٽي

وطن جو پڙهيو حال اخبار ۾ اڄ
پڙهي بس رُني دل، رُني آهه اک اڄ.

مهاراشٽر ۾ آ بُرو حال اهڙو
زبان چا ٻُڌائي، چوي حال ڪهڙو.

سُڪل آهه ڌرتي، نلن ۾ نه پاڻي
نه انُ آ نه ڪپڙو، اِها آ ڪهاڻي.

اچي ٽئنڪرن ۾ پريل جو به پاڻي
وِرهائڻ ڪين پوءِ سو لڳي ڪين پاڻي.

مِنيءَ جو نه مٽڪو ملي هِڪُ گهرن کي
ڪڏهن گهٽ، ڪڏهن وڌ ملي ٿو اُنهن کي.

ڪري ڪيئن سگهندا گذارو اُنهيءَ مان
رڌيندا اُنهيءَ مان ته پيئندا اُنهيءَ مان.

ڪري سنان ڪو اڄ، سُپان ڪو، ڪڏهن ڪو
پريشان گهر جو رهي ياتي هرڪو.

سُڪي ويو ڇا گنگا ۽ جمنا جو پاڻي
وهائي رهي آب اک اک نِماڻي.

سُڪل آهه ڌرتي، سُڪل آهه دل پڻ
سُڪل آهه ڇاتي، نه ٿڃ آ نه پاڻي.

اُجايل اُجهاميل اجا زندگاني
مگر پوءِ به پياسي رهي آس فاني.

خدائي خدا جي، اسان پڻ خدا جا
جِئاري ۽ ماري وري پڻ اُنهيءَ جا.

اِهو عرض ديوي جو مالڪ اگهائج
ديا مهر جو تون پيو مينهڙو وسائج.

## سُهڻيءَ جي سيني ۾ سانديل

سُهڻيءَ جي سيني ۾ سانديل
ڪوئي ڪُهنو سوُر هُيو.
سِمي سِمي اندر ئي اندر
سوُر بڻيو ناسوُر هُيو.
سُهڻي هِت ميهر لاءِ ماندي
هُت ميهر مجبوُر هُيو.
ڪارونيار ڪُنن ۾ ڪڙڪا
دريا ٻي پرپوُر هُيو.
تيز تِکو طوفان لڳو ٿي
ويتر ساحل دوُر هُيو.
لهرُن ۾ وئي لُڙهندي سُهڻي
هُن جو هڏُ هڏُ چوُر هُيو.
ڪچي گهڙي ٻہ نہ ساٿ ڏِنُس، هي
قسمت سندو قصوُر هُيو.
پهُچي ٻہ تہ ڪيئن ديوي، هُت جِت
حاضر سندس حُضوُر هُيو.

## ميهر بن سُهڻي ماندي الا

ميهر بن سُهڻي ماندي الا
اُن پيار ۾ سڪ جي باندي الا.
عِشق جو اهڙو روڳ لڳو جنَ
ساهُ سڄڻ وٽ قرض رکيو جنَ
پر ڪين پليو آ ساهُ الا
ميهر بن سُهڻي ماندي الا.
ويل وئي ۾ مَند بہ موتي
ڪين ڏنو منهن ۽ قسمت ڪوتي
تہ بہ ڪين ڪجي اُرواهُ الا
ميهر بن سُهڻي ماندي الا.
ڪيڏيون ريتيون رسمون آهن
پئدن جون جنَ شيخون آهن
تِن جڪڙيو جنَ آ ساهُ الا
ميهر بن سُهڻي ماندي الا.
اوسيئڙن ۾ ننڊ ڦٽي آ
جاڳي نيڻن رات ڪٽي آ
لولي ڪا ڏني آ ماءُ الا
ميهر بن سُهڻي ماندي الا.

## ريس راڻا رُئاري وئي

ريس راڻا رُئاري وئي
سڪ سُڏڪو بڻي آ پئي

ڳالھ تي ڳالھ نڪري وئي
دل ٻہ ڏُڪڙو ٻڌائي وئي
ريس راڻا رُئاري وئي

پيار ۽ سنيھ جو کيلُ آ
دل جو دل سان اِهو ميلُ آ
پوءِ تہ سيڪُجھ لڳي سُرمئي
ريس راڻا رُئاري وئي

پياس دل جي اندر ۾ رهي
آس جي آگ ڏُکندي رهي
دل ڏني آ دغا اٿمئي
ريس راڻا رُئاري وئي

من جي پيڙا گهٽي آ وڏي
سُور سان آهه دلڙي ڏڏي
چيخ دل جي ٽي گونگي وئي
ريس راڻا رُئاري وئي.

لڙڪ ديوي بہ لاڙي وئي
اک اک کي روئاري وئي
درد جي داستان هيءَ چئي
ريس راڻا رُئاري وئي.

## آيو ميگھ ملھارُ

آيو ميگھ ملھارُ, سکي ري، چؤڏر باغ بهارُ,
سکي ري.چؤڏر باغ بهارُ
پاتو پرينءَ جو پيار, سکي ري
آنند مليو اپارُ. سکي ري.چؤڏر باغ بهارُ.

چوڙيون ڪڙڪن رنگ رنگيليون،
ڳاڙهيون, سايون, نيليون, پيليون
چمڪي چندن هارُ, سکي ري.چؤڏر باغ بهارُ

پيني پيني برسي برکا
ٿئي مٿان ٿي موتيُن ورکا
سانوڻ جو وسڪارُ، سکي ري.چؤڏر باغ بهارُ

اندر جون سڀ اِپلاشائون
پوريون هاڻ ڪندو آشائون
پريتم جو ديدارُ, سکي ري.چؤڏر باغ بهارُ
سُر سازن تي ديويءَ ڇيڙيا
پوڄا لءِ گُل سُرها ميڙيا
موتيو مند بهارُ, سکي ري.چؤڏر باغ بهارُ

# منهنجي اُپ جو سِج بہ تون ئي

منهنجي اُپ جو سِج بہ تون ئي
تون ئي تارو چندبہ تون ئي.

جيون روپي بين وجي جا
اُن جو آهين ساز بہ تون ئي

ساز سمورو تون ئي تون آن.
ساز سندو آواز بہ تون ئي.

راڳ بہ تون آلاپ بہ تون ئي
دل جي داتا تار بہ تون ئي

نِدر نماٽي آئون اَياڻي
منهنجو آن آڌار بہ تون ئي.

جيون جي قلوازيءَ جو آن
گُل پيي تون، گُلزار بہ تون ئي

جيون منهنجو ارپيل توکي
اَن جي جيت ۽ هار بہ تون ئي

پنڌ ڪري منزل تي پهُچان
منهنجي آهين وات بہ تون ئي

اوندھ ڪي جو ميٽي ديوي
اَن ديپڪ جي لاٽ بہ تون ئي

## نہ جي موتي مُند بهارَ جي

نہ جي موتي مُند بهارَ جي
مونکي ڪو خزان جو الم نہ آ
منهنجو واسطو ئي غمن سان آ
نہ مِلي خوشي تہ ڪو غمُ نہ آ.

دل ۾ زخم تو گهارون ڪري
منهنجي ڏيل ۾ ڏارون ڪري
ڪر دانهن دل اُن جي نہ تون
جنهن زخم جو مرهمُ نہ آ

دنيوي خيال کي ترڪُ ڪر
کي سُک جون ساعتون ڪر بَسَر
هلُ تون اُتي اي زندگي
جِتي موت جو ماتمُ نہ آ.

جو اُجڙ ڪري وئي آ خزان
تڙي پيو بهار ۾ گلستان
ڪري دل کي باغ بهارُ جو
اجا موتيو سو مؤسمُ نہ آ

مون نِڀايو سَڀِ سان ڪِلي ڪِلي
چو وفا جي بدلي جفا مِلي
رکي ڏُک سان ديويءَ دوستي
چو تہ ڪوئي پي همدم نہ آ.

## روشني آتي آ اونده لئہ

روشني آتي آ اونده لئہ
دل جو دروازو تون کول اي پيارا.

گھٽ گھٽ اندر وسي ٿو سائين
ٻول منا تون ٻول اي پيارا.

منُ مُرشد جي کجاڻ حوالي
تنُ ٻي کر تون اڏول اي پيارا.

رات ڏينهن جو وڄي ٿو انحد
ٻنان کنن ٻُڌ ڍول اي پيارا.

تن جي حد کان پري اچا ٻي
حد جي سرحد ڳولِ اي پيارا.

ديوي سڻ تون سِڪ جي صدا کا
خاموشيءَ جا ٻول اي پيارا.

## جڳ جو هيءُ پسارو آهي

جڳ جو هيءُ پسارو آهي
کيل تماشو سارو آهي

رشتن جي هِت پيٽ گهٽي آ
ڪنهن جي ڪنهن سان ڪين ٻٽي آ

منهن مٺيو آ ماٺهن پنهنجو
ٻن پئسي ڪو ناهي ڪنهنجو

پئسي وارو پنهنجو آهي
آدر جڳ ۾ تنهنجو آهي

خون آ گهاٽو پاڻي پَنڙو
سو بہ بڻيو آ قطرو قطرو

چوٽ تي چوٽ ڪري سو تنهنتي
زور هلي ٿو جنهنجو جنهنتي

رشتن جي هيءَ منڊي آهي
ڏاهه ڏوهہ جي هنڊي آهي

## ظلم ستم جو ماٺ ۾ سهندو

ظلم ستم جو ماٺ ۾ سهندو
ڪانئر سو دنيا ۾ سڏبو.
دنيا آهي سُريت سيِ جي
ڪئن ڪنهن کي هِت سڏبو پنهنجو.

ياڻيچارو دنيا مان چو
ڏسندي ڏسندي وجي ٿو گهٽبو.
پيار وري پوکي دل دل ۾
ڏارين ۾ پنهنجو ٿي وجبو.

لاشڪ امر اُهو دنيا ۾
جو ڄاڻي جيئري ڪيئن مربو
آد ڄڳاد امر ڪو ناهي
لاهي پُراڻو چولو ڇڏبو.

مٽي منهن کي لائي تنها
دنيا اندر رهي نہ سگهبو.
مٽي مٽيءَ سان گڏبي ديوي
خالي اچبو خالي وجبو.

# وقت جي سِر تي آهي تاج

ڇا پيار محبت جو مطلب
ڪنهن آهه ٻُڌو، سمجهايو آ
ڪو پُڇي وڃي پرواني ڪان هن
ڇو شمع تي پاڻ جلايو آ.

ڪنهن سيني ۾ سِسڪيون سُڏڪا
ڪنهن دل ۾ زخم پُراڻو آ.
دلدارن جي دلداريءَ جو
اِظهار ڪرڻ ٻه اجايو آ.

ويو دور خزائُن جو گُذري
موٽي آ مُند بهارُن جي
هو جنهن دل ۾ اڳ ويرانو
ات مند بهار جي آئي آ.

پنهنجن زخمن کي سُبي سُبي
جيئڻ جو بهانو ڳولهيو ٿي
هن ديوانن جي بستيءَ ۾
ڪو ٻيو ديوانو آيو آ.

مون گيت ڪيئي ڳايا آهن
ڪي سُڪ جا ۽ ڪي ڏک جا پيي
پر سيني ۾ سو سنو لڳو
جو ديويءَ من ۾ ڳايو آ.

# دياوان جيڪا دل آهي

دياوان جيڪا دل آهي
سا پوڄا جي قابل آهي.

اهڙي پيار ۾ لطف ئي ڪهڙو
جنهن ۾ درد نہ شامل آهي.

سمجهائڻ سان بہ نہ جو سمجهي
سو تہ نسورو جاهل آهي.

سهي سهي چوٽن تي چوٽون
ٽي پئي چور چور دل آهي.

محفل محفل ڀٽڪي آهيان
خوشي تڏهن بہ نہ حاصل آهي.

ڪٿ سسڪيون ۽ سُڏڪا ۽ ڪٿ
کيل خوشيون ۽ کل کل آهي.

# وقت جي سِر تي آهي تاج

وقت جي سِر تي آهي تاج
هلي ٿو هر هنڌ اُن جو راڄ.

هي پلُ تنهنجو هو پل منهنجو
وقت وڏو آ حرفتباز

وقت جي قيد جا بند پڇين ڪر
پراڻ پکيئڙا تون پرواز.

وقت ئي راجا، وقت سپاهي
وقت وڏو آهي شهباز

من سان ماڻهون من ماني ڪن
ڪُوڙ تي ڪن ٿا ڪوڙو ناز.

وقت ٿو ناهي، وقت ٿو ڍاهي
ڪين سلي پر پنهنجو راز

اڄ، سُيان ۾ ايندڙ ڪلهه جو
وقت آ وڄندڙ اهڙو ساز.

زهريلا جي زخم ڏنئہ هُن
خود مرهم تي ڪري علاڄ

وقت دوا درمل ديوي، پر
هر ڦٽ جو هي ناهي علاڄ.

# بس تون ۽ مان نہ چاٽون

گڏجي ٻئي هلون ٿا
وِڇڙڻ وري نہ ٿيندو
هڪ موڙ تي تون آهين
ٻئي تي مان بيني آهيان
ڪهڙو اچي ٿو پهرين
بس تون ۽ مان نہ چاٽون .

ٻلوان وقت راجا
هر هِڪ مٿان آ حاوي
تون وٽ بہ ڪجهہ بچيو آ
مون وٽ بہ ڪجهہ بچيو آ
ڪنهن وٽ آ ڪيترو هي
بس تون ۽ مان نہ چاٽون .

سرمايو ناهي جيون
نقصان ۽ نفعي جو
ڪجهہ تو بہ آ لٽايو
ڪجهہ مون بہ آ بچايو
اِن ڪان مٿي آ ٻيو ڪجهہ

بس تون ۽ مان نہ چاڙهون .

هي هل هلان جو ديوي
سارو لڳي پسارو
بازيگرن جيان آ
هي کيلُ کنهن رچايو
آ کنهن جي هٿ ۾ ڏوري
بس تون ۽ مان نہ چاڙهون .

# پل پل چِن چِن رات نئين آ

پل پل چِن چِن رات نئين آ
رات نئين آ، بات نئين آ.
راتيون راتئن جهڙيون آهن
پل پل چِن چِن ، بات نئين آ

رات نئين آ، بات نئين آ.
پل پل چِن چِن رات نئين آ

تارن آ آڪاش سجايو
پل پل چِن چِن ڏات نئين آ

رات نئين آ، بات نئين آ.
پل پل چِن چِن رات نئين آ

ڀيني ڀيني مهڪيل مهڪيل
پل پل چِن برسات نئين آ

رات نئين آ، بات نئين آ.
پل پل چِن چِن رات نئين آ

ڪويل منڙي ڪوڪ سُٽائي
پل پل چِن چِن لات نئين آ

رات نئين آ، بات نئين آ.
پل پل چِن چِن رات نئين آ

ديوي دل جي درپڻ ۾ ڏسُ
عڪس ڪئي ڪا بات نئين آ

رات نئين آ، بات نئين آ
پل پل چِن چِن رات نئين آ.

## ڳاءِ اَري من ڳاءِ

ڳاءِ اَري من ڳاءِ، ڳاءِ اَري من ڳاءِ.

پوئي سُر سازن جا موتي، هارُ گلي ۾ پاءِ.
ڳاءِ اَري من ڳاءِ.
نيرو اُڀ آ، جهرمر تارا، آس پکيئڙو اُڏاءِ.
ڳاءِ اَري من ڳاءِ.
اندرجي سُرندي کي ڇيڙي، جيون بين وڄاءِ.
ڳاءِ اَري من ڳاءِ.
سونهارو ڪو گيت مِنو تون، ڪويل جيان پيو ڳاءِ،
ڳاءِ اَري من ڳاءِ.
جيون جڻ مهراڻ متل آ، رمز سان پار پُڄاءَ
ڳاءِ اَري من ڳاءِ.
سُر ساگر سنگيت سُدا تئي ،تنهن ۾ ٽُبي لڳاءِ
ڳاءِ اَري من ڳاءِ.
گيتن جي ساگر ۾ ديوي، پنهنجو پاڻ سماءِ
ڳاءِ اَري من ڳاءِ.

## اَهڙو گُلشن ڇا ڪريان.

بي رنگ گُل گُلزار ۾، ماڻهون ۾ بِن بوُ
اَهڙو گُلشن ڇا ڪريان.

واري واري گهر لڳي، پٽ، ماڻهو پُرڪن
اَهڙو گُلشن ڇا ڪريان.

چاندوَڪيءَ ۾ چند ۾، چمڪيو تجلي بِن
اَهڙو گُلشن ڇا ڪريان.

سائي چُنري وڻ وڻ پائي
ٽاري ٽاري ٽي شرمائي.

گُل گلابي گلشن اندر
خوشبوءِ تِن مان ليئا پائي.

پکين مچائي راڙ فضا ۾
سُر سَرِتا پئي راس رچائي.

سُڳند سنڌين جي اڄ ديوي
گُلشن گُلشن پئي مهڪائي.



ديويءَ جو هي ڪاويہ سنگره خيالن جي اڇوتي هئڻ ۽ ٻوليءَ جي
ٻل جو ۽ قلم جي قوت جو ضامن بڻجي اسان جي سامهون آيو
آهي. تنهنجو هڪڙو سبب ذات ۽ ڏاهپ جي سنجيدگي آهي. ارجن
سڪايل خاطريءَ سان چئي سگهان ٿو تہ ديويءَ جي شاعريءَ جو
ڪئنواس وسيع آهي لکڻ سندس محض شونق ناهي، سندس
درديلي دل ۾ جو غبار آهي اُهو غزل، نظم، وائي، گيت وغيره جا
ويس پهري، پيشڪش جي پُراثر رنگن سان نڪريل شاعري آهي.
گوورڌن شرما گهايل"



ديويءَ جي ليکڻيءَ ۾ اظهار ڪرڻ جو قوت بہ آهي ۽ لئہ بہ آهي.
ڪيئن نہ هوءَ سوچ ڪي ولوڙي لکي ٿي، سندس من جو پکي
پرواز ڪري دور دور اُڏڙي دنيا، دنياداري ۽ اِنسان جي حالت جو
جائزو وٺي چئي رهيو آهي..ڪيڏيون ريتيون رسمون آهن پئدن
جون ڄڻ شيخون آهن. گيتا راج






ديوي جون رچنائون- مختلف صنفن تي مشتمل- روح جي اجهل
جهرڻي ۽ موتين پري ڪاڻ مان، بي ساختگي سان، ڦنديون
ڏيڪاري ڏين ٿيون، ان ڪري انهن ۾ پوِترتا، ڏاهپ، ازلي درد ۽
امر پريم جون ڌارائون هر ڏس ڏانهن تسلسل سان روان دوان
آهن. شيام ڪمار




ديوي ناگراڻي جون ڪويتائون احساسن، جذبن، ٿهڪن، مرڪن،
جمالن، المين، سانحن ۽ واقعن جي تاريخ آهن، اهڙي تاريخ جنهن
کي مؤرخ تہ وجود نپوڙي رقم ڪيو پر قاري لفظن ۽ سٽن جي
شمشان کان گلستان تائين ڪڏهن سڏڪي ۽ ڪڏهن مرڪي مرڻ
۽ جيئڻ جي موسمن مان گذري ٿو. اظهر ٻانيڻ






# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسُل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙَهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪِجي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
> - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)